# مون سين ھلي سا...

(شاعري)

فهيم عباسي



# ڪتاب جا حق ۽ واسطا شاعر وٽ محفوظ

ڪتاب جو نالو: مون سين هلي سا
موضوع: شاعري
شاعر: فهيم عباسي
ڇاپو: پهريون
سال: ڊسمبر 2007
تعداد: 1000 (هڪ هزار)
ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ:
پروفيشنل پرنٽرز هيرآباد حيدرآباد
ڇپيندڙ: پرائم ڪمپوزرس اينڊ پرنٽرز حيدرآباد
فون: 022-2619010
قيمت: 150 روپيا

---

**"MOON SEEN HALI SAA"** (Poetry)

By: Faheem Abbasi

Edition: First

Year: June-2007

Quantity: 1000

Printed By: Prime Composers & Printers Hyderabad.

Price: Rs. 150.00

ارپنا

امڙ جيجل جي نانءِ جنهن منهجي زندگيءِ جي حياتي کي جستجو جي سرڪي پياري حياتيءِ جي هلچل ۾ هلچل پيدا ڪئي.

# سٿاءُ

# منهنجي طرفان

شاعري پيڙا جو پڙاڏو آهي يا سوچن جو سلسلو، زندگي جو عڪس آهي يا اندر جي اڌمن جي اٿل، پيار جي پالنا آهي يا پيار جي پڇي وڃڻ جو پاڇو، سمجهہ جو سليقو آهي يا ڪو روح جو آواز؟ مختلف معناعون ۾ مختلف رايا شاعري جي وصف بيان ڪن ٿا. شاعري لفظن جي جوڙجڪ جو ميلاپ چئجي يا الهامي انعام. ڪجهہ تہ آهي. سونهن فطرتي هجي يا جڙتو، سونهن جي ماپ سان ئي انڪي ماپيو ويندو آهي. ائين ئي شاعري قانون ۾ قائدن جو ڪنن پورهيو بہ آهي تہ اڻ گهڙيل احساسن ۾ جذبن جي اظهار جي رواني بہ آهي. شاعر فطرتي طور شين کي پرکي ٿو يا سندس اندر ۾ اهڙو اسڪينر(Scanner) آهي جو احساسن ۾ جذبن جي دنيا جا ڪجهہ رنگ شاعر جي اندر ۾ ڇاپي ٿو جيڪي تخيل جي انداز ۾ اظهار جو روپ اختيار ڪن ٿا. سوچون پنهنجون هجن يا پرايون، احساسن جي اٿل داخلي هجي يا خارجي، آهي تہ جذبن جو اظهار پوءِ ڇو نہ اهو پڇي راس تيل هجي يا ڪچي خام تيل جيان توانائي جي قوت سان شعلو پيدا ڪندڙ ڪيميڪل، ڪا تہ تہ قوت ضرور آهي. شاعر جي دل شايد درد جي دامن سان ڇهتيل ٿئي ٿي پوءِ اها محبوب جي سڪ هجي يا وڇوڙي جو ورلاپ، پيٽ بکايل معصوم ٻارن جي چهرن جي اداسي هجي، يا ڇچريل لاشن جي رت جو چيٽن جو احساس، جهريل جهوپن ۾ جوانيءَ ۾ مرجهايل چهرن جي پوڙاهپ جا راز هجن يا راحت جي راڻي هجي، ڪاريءَ جي ڪوڪن جو پڙلاءُ هجي يا نتهڻ اس ۾ پيرين اگهاڙي هاريءَ جي صدا. ڪجهہ تہ آهي جيڪو اندر کي وڪوڙي

احساسن کي ولوڙي ٿو. جامي صحيح لکيو آهي ته منهنجي شاعري حادثو آهي. هڪ عام ماڻهو جهن جو ڪافي،غزل ۽ وائيءَ سان ڪو تعلق ئي نه هجي اهو به هڪ شاعر سڏجي، اهو مان اجا تائين سمجهي ناهيان سگهيو.شاعري جي شروعات مون اسلام آباد ۾ باغ ۾ آيل زلزلي واري ڏينهن کان ڪئي آهي. مون کي شاعر چيو وڃي يا نه اهو ته پڙهندڙن جو فيصلو ئي ڪجهه ٻڌائي سگهي ٿو. منهنجي شاعري ۾ ڪيئي گهٽتايون، اوڻايون، ڪوتڻ واڌ، ادبي تقاظائون نه پوريون ڪندڙ غلطيون هونديون.

بس مون کي جيڪو ڪجهه ايندو آهي لکي ڇڏيندو آهيان، اهو ڪيئن ۽ ڇو آهي منهنجي سمجهه کان ٻاهر آهي. هڪ ٽيڪنيڪل شاعر کي پورهيي جي ضرورت هوندي آهي جنهن جي ضرورت شدت سان محسوس ٿيندي آهي پران لاءِ به هڪ عمر گهرجي. آءٌ شڪرگذار آهيان سائين رنگريز صاحب جو جنهن مون ۾ اهو اتساهه پيدا ڪيو ته مان شاعري ڇپرايان. مان انهن سڀني دوستن جو ٿورائتو آهيان جن بار بار مونکي ڪتاب ڇپرائڻ لاءِ مجبور ڪيو. اميد آهي ته صاحب علم منهنجي غلطين جي نشاندهي ڪري منهنجي اصلاح ڪندا.

**فهيم عباسي**
ڪراچي
29-04-2007
فون . 03002104448

"شاعريءَ رَوح جو آبشار آهي". "شاعري دم عيسيٰ ۽ يدبيضا آهي". شاعري درد جو اظهار بہ آهي تہ ان جي مرهم بہ حالتون ۽ ڪيفيتون داخلي هجن يا خارجي، ٻنهي جا تاجي پيٽا هڪ ٻي ۾ ائيڻ ۽ اٽيل سلهاڙيل هوندا آهن جو ڪنهن بہ شاعر کي فقط داخليت يا خارجيت جو شاعر قرار نٿو ڏئي سگهجي شاعر بہ هڪ انسان آهي، ڪو بہ انسان "خلا" جو شاعر نہ هوندو آهي، ڌرتيءَ ۾ ڪئي "ٻج" پيئي تناور درخت ٻڻبو آهي، هوائون ان کي تاتيندیون ۽ ندين جو وهندڙ جَل ان کي سيراب ڪندو آهي، اهڙي طرح شاعر بہ زندگيءَ جي داخلي ۽ خارجي حالتن جي اثر هيٺ رهندو آهي ۽ هن جي تحت الشعور ۾ خارجيت ۽ داخليت جي متي ڳوهجي هڪ ٿي ويندي آهي.

سنڌي شاعري ڪلاسيڪل هُجي يا جديد انهيءَ ۾ سنڌيت جو اولڙو بهرحال موجود رهندو آيو آهي، ڪشنچند بيوس کان وٺي شيخ اياز ۽ ابراهيم منشي تائين ۽ مظهر لغاري، ارشاد ساگر ۽ حسن درس کان وٺي نئين ٿهي جي ـمن سوهو، نواز زئنور ۽ ايوب کوسو تائين سنڌي شاعريءَ ۾ ڌرتيءَ جي دل ڌڙ ڪندي محسوس ٿيندي آهي، احمد سولنگي، ساحر راهو، محمد علي مانجهي ۽ ڪوي تائين ڪوڙ سارا شاعر اڄ بہ پنهنجي ذات ۽ بات ۾ يگانہ آهن.

ڪي ماڻهو / تخليقار پنهنجي طبيعت ۽ مزاج ۾ نرالا هوندا آهن ۽ ميڊيا جي ذريعي پنهنجي سڃاڻپ لاءِ پريشان نہ رهندا آهن، اهڙي تخليقڪارن مان هڪ ٻنهہ نرالو اسان جو يار فهيم عباسي آهي. عجيب ڳالهہ هيءَ آهي تہ هن گهڻو ڪجهہ لکڻ باوجود پاڻ کي ڪنهن بہ رسالي / اخبار ۾ ڇپرايو نہ آهي ۽

شاعريءَ جي دنيا ۾ هن شعري مجموعي سان هڪ نئين نالي جو اضافو ڪيو آهي فهيم، بيت، وايون، گيت، تيڙو، نظم ۽ غزل لکيا آهن جن ۾ ڌرتيءَ جا ٻرندڙ مسئلا به آهن ته سندس درد ونديءَ دل جو آواز به آهي. مون کي نظم جي حوالي سان فهيم ۾ استاد بخاري، عبدالڪريم گدائي، ابراهيم منشي، سروچ سجاولي، محمد خان مجيدي جو رنگ نمايان نظر اچي ٿو، هن جا نظم ڏاڍا سگهارا آهن ۽ سندس بيت ۽ وايون به ڪلاسيڪيت جي تسلسل آهن، سندس غزلن ۾ به ڏاڍي معصوميت آهي، ڪيس ٻوليءَ تي قدرت حاصل ڪرڻ ۽ فني پختگي تائين پهچڻ جو سفر اجان به ڪرڻو آهي.

**غلام حسين رنگريز**
ٻنورو، ضلعو ٺٽو
نومبر 2006ع

# ......هو سپنا سپ ساڙيندو

فهيم عباسي، سنڌي شاعرن جي نالن ۾ نئون نالو آهي، رڳو نالو نئون ناهي، پر سندس شاعري ۾ به نواڻ، نرالپ، انفراديت ۽ انوکيت آهي. سندس چوڻ آهي ته سندس هڪ به شعر ڇپيو ناهي پر اشاعت هيٺ مجموعي پڙهڻ کان پوءِ مون کي اهو محسوس ٿيو، سواد آيو شعور ۾ واڌارو ٿيو ته مان فکري طور هڪ پختي شاعر کي پڙهيو آهي. جيتوڻيڪ فني اڏام ايتري اوچي ناهي، پر اوچائي ڏانهن وڌي رهي آهي، ۽ فن جي بلندين تي پهچڻ جون منجهس نشانيون آهن. ڌرتي جا ڏک نوان ناهن، پر سني شاعري جو اهو ڪمال هوندو آهي جو پڙهندڙن کي نواڻ محسوس ٿيندي آهي، انسان جو عشق نئون ناهي، پر بهتر شاعري جي ٻولي ۾ اظهار جي پرواز ان کي نواڻ محسوس ڪرائيندي آهي. انساني عشقن جي اڌمن ۽ ڌرتي جي دک کي شاعري جو فن ويس وڳا، هار سينگار ڪرائي خوبصورت بڻائيندو آهي. ان ڪري گهڻو ڪري هر شاعر جا گهڻا نظم، نثر کان وڌيڪ وڻندڙ لڳندا آهن. اهڙي طرح فهيم عباسي جو گهڻو شعر، اهو ڪهڙي به صنف ۾ هجي، هر پڙهندڙ کي وڻندو ۽ هر دور ۾ وڻندو رهندو. فهيم عباسي جو چوڻ آهي ته سندس هي شروعاي شاعري آهي، شروعاتي شاعري ۾ ايترو زور آهي ان کان پوءِ تخليق ٿيندڙ شاعري شهزور هوندي. ڌرتي جا دک، پنهنجي ڌرتي کان وٺي دنيا جي ڌرتين تائين پنهنجي قوم کان وٺي دنيا جي قومن تائين پنهنجي ڪٽنب کان وٺي دنيا جي ڪٽنبن تائين، توري گهڻي محسوسات يا ذهني پيڙا

جي فرق کان سواءِ هڪ جهڙا ٿيندا آهن. هن شاعر جي نظر ۾ ذهني پهچ پنهنجي ديس کان وٺي دنيا جي ديسن تائين آهي، پنهنجن ماڻهن کان وٺي پري جي ماڻهو تائين هڪجهڙي آهي. ماڻهو معنيٰ دکي ماڻهو آهي، ڌرتي معنيٰ ڏکايل ستايل هيسايل ڦرجندڙ ۽ لٽجندڙ ڌرتي آهي. پورهيت جو ضد پرماري ۽ غلامي جو ضد آزادي آهي. پرماري ۽ انسان کان آزادي کسيندڙ سمورين ڌرتين تي آهن، پوءِ ڪٿ گهڻا، ڪٿ ٿورا، ڪٿ ڳجها ڪٿ ظاهر، ڪٿ گهٽ، ايذائيندڙ ڪٿ وڌ ڇيڇلائيندڙ، ڪٿ ظاهر جمهوري ۽ اندر ۾ آمر، ڪٿ ڪهڙي سماجي صورت ۾ ڪٿ ڪهڙي نظامي صورت ۾ آهن. انهن کي سمجهڻ ۽ انهن کي ننگو ڪرڻ ۽ قوم ۽ عوام ۽ انسان کي انهن کان نجات جو پيغام ڏيڻ ئي پختي شعور جي نشاني آهي. جيڪا شاعري جي معنيٰ آهي ۽ جنهن جي تخليقار کي شاعر (شعور وارو) سڏبو آهي. اهڙي شعور يا شاعري جا ڪافي حد تائين اظهار فهيم عباسي وٽ آهن جيڪي هن شاعر پنهنجي زميواري محسوس ڪري ديس واسين ۽ دنيا جي رهواسين کي ڏنا آهن. عشق و محبت جي شاعري تہ دنيا جي پهرين شاعر کان وٺي اڄوڪي شاعر تائين، اظهار جي انوکيت، ٻولي جي فرق، صنفن جي نشاندهي کانسواءِ هڪ جهڙي شاعري آهي. قومي، عوامي، انقلابي ۽ انسانيت جي شاعري دنيا ۾ تمام ٿوري پر يگاني، نرالي ۽ پرڪشش شاعري آهي سڄي دنيا جي عوام جي پسنديده شيءِ آهي. اهڙي شاعري فقط ۽ فقط قومن، وطن، عوام ۽ انسان سان محبت ۽ پيار ڪندڙ ۽ ان حوالي سان بهادر، بي خوف، بيباڪ، دلير، دلاور، سورهيہ ۽ سچار شاعر ئي ڪري سگهن ٿا. باقي عشق تي بہ تي ستون لکي شاعرن جي ڏکهي ۽

اڻ ڪٿ ۽ اڻ ڳڻ قطار ۾ بيهڻ وارا هونئين دور ڪي نظر ۾ نہ ايندا آهن چاڪاڻ تہ هر دور جي ماڻهوءَ جي اندر جي اڌمن ۽ جيءَ جي جذبن جيڪي گهڻي حد تائين تقاضا الڳ ۽ پنهنجي ٿئي ٿي، جيڪا بهادر ۽ بيباڪ شاعر ئي پوري ڪري سگهن ٿا باقي روايتي نوڙت ڏيڪاريندڙ هر دور ۾ نوڙيل ئي رهندا. هر دور ڪي سينو تاڻيل اکيون ڦوٽاري شاعرن جي ضرورت ٿيندي آهي. اٽل ارادن وارن شاعرن جي گهرج ٿيندي آهي. چاڪاڻ تہ منڍ ڪان وٺي هر بستي هر ڳوٺ، هر شهر، هرديس جي تمام گهڻن ماڻهن جي خواهش هوندي آهي تہ سينو تاڻي زندگي گذارجي. نوڙي حياتي گهارڻ ڪا حياتي آهي ڇا؟ چاڪاڻ تہ هر سماجي جهنگ ۾ شينهن (عوام) ڪي پابندين جا پڃرا ٽوڙن تي آماده ڪرڻ وارو حلقو تمام ٿورو ٿيندو آهي ۽ شينهن (عوام) ڪي پڃرن ۾ وڏيڪ مضبوطي سان قابو ڪرڻ وارن جو ٽولو وڏيڪ ٿيندو آهي، اڪثريت ۾ قومن جو عوام ٿيندو آهي. جنهن ڪي ڪنهن نہ ڪنهن چالاڪي، فريب، مڪر، ننگي، ڏاڍ ۽ ڏمر سان قابو ڪيو ويندو آهي ۽ ان جو نمائيندو ٿيڻ بهادري آهي، باقي عشق فشق تہ جواني جو جهٽڪو، ڇهڇٽو يا تفريح، پاڳلاٽپو يا سيڪسي خواهشن جي عياشي آهي بهادر ۽ بيباڪي تہ باراڻي وهي ڪان ٻڍائپ جي وهي تائين اڻ مٽ ڪارنامن جو تاريخي ڪتاب آهي. عشق و محبت جو رزلٽ تہ جنسي پورائو ۽ ٻار ڄڻڻ ۽ ڪٽنب پالڻ آهي اهو ڪو ڪارنامو آهي ڇا؟ جو تاريخ جو حصو رهندو؟ پراڻا، بيڪار، فرسوده ۽ ڦرلٽ وارا سماج ڊاهي ان جي جاءِ تي قومن عوام ۽ انسانن جي ايذائڻ ڪان نجات وارا سماج ناهڻ وڏي ۾ وڏا ڪارناما آهن، جيڪي هر دور ۾ ياد ڪيا ويندا ۽ هر دور ۾ ڳايا ويندا.

فهيم عباسي جا هن شروعاتي شاعري جي مجموعي ۾ ڪيترا يادگار شعر آهن. جيڪي ڪي ڪهڙي صنف ۾ آهن ته ڪي ڪهڙي صنف ۾ آهن، جيڪي ردم، رواني، موسيقي سان ڀرپور ۽ رديف ۽ قافين سان سينگاريل آهن، بيتن، ڪافين، واين ۽ نظمن جا مختلف موضوع آهن، ڪي ته اهڙا موضوع آهن جن تي ٻين شاعرن تمام ٿورو ته لکيو آهي پر اهي وزندار ناهن، طاقتور اظهار ۾ نه آهن. فهيم انهن تي اوپن Open ۽ ڊيئر Dare سان لکيو آهي.

فهيم عباسي جي شروعاتي شاعري جا جيڪي شعر مون کي پسند آيا، مون کي وڻيا ۽ مون کي متاثر ڪيو، مون کي موهيندڙ شاعري لڳا، انهن مان ڪجهه هيٺ پنهنجي راءِ سان ڏيان ٿو، باقي راءِ پڙهندڙ تي ڇڏيان ٿو.

دهشتگرد نظم مان ٻه بند:

قاتل ڪهڙي ڪارڻ مارين ، هوڏ ڏيئي تو هيڏا سارا،
ماٺهو ماري ساڙي ٻاري، ٻجهن وانگي لوڏ لامارا.
ڪيس ڪيا تو ڪيئي ڪارا.

تنهنجو ديس ۽ داءُ دلالي، ماءُ متي جوتون نه حلالي،
ظاهر ظهور گهوٽ ڪنا تو موت آ تنهنجي منزل مارا.
ڪيس ڪيا تو ڪيئي ڪارا.

ڪاري تي لکيل وائي مان:

هوبي ڪفن مون کي درندو دفنائيندو،
هو ڪاري ڪري ماريندو.

هو سات سپوئي هو سپنا سپ ساڙيندو.
هو كاري كري ماريندو.

ان كاري تي لكيل وائي ۾ عورت جا خواب، سندس انتهائيءَ جي نشاندهي كن ٿا. جن جي سڙي وڃڻ تي هن كي پنهنجي جيءَ خاتمي كان وڌيك افسوس ٿئي ٿو.

"پناهون ڏنيوسين"، نظم جو هر بند نيكي جي بدلي برائي ملڻ جي دانهن آهي، جنهن ۾ قومون يا عوام شعور حاصل كري سگهن ٿا. ان نظم جا ٻن بند ڏيان ٿو:

گهرن وچ ويهاري پناهون ڏنيوسين،
ننگي انگ كپڙا دعائون ڏنيوسين،
لٽجي تون لڙيئي وطن كين پاتئي،
سجائي تون سيجن وفائون ڏنيوسين.

ساڳي حوالي سان ساڳي شكايت وارو نظم "ياد نہ كر تون كير آهين" سمورو پڙهڻ جهڙو آهي. ان جا ٻہ ٽي بند هتي پڙهي ڇڏيو.

سا وقت دغا كجھ ياد نہ كر تو كير آهين؟
سا وقت وفا كجھ ياد نہ كر تو كير آهين؟
ڏنـڌو تنهنجـو دهشت تـون در ستايـو،
رهيا تنهنجا وار سـپ كـر تـوت كـارا،
گـهيلو گـهـتيـن ۾ تـون سيـلن سـتايو،
تو سوچيو مان والـي كندس شـهـر خالـي،
سوين سال گذريا تو سمجهيو نہ سنڌ كي،
مـتـائـي نہ متبي چا، بلائون بچيندين؟
كجھ سمجھ خطا ياد نہ كر، تون كير آهين؟
سا وقت وفا كجھ ياد نہ كير تون كير آهين

اهڙي طرح فهيم عباسي جو "مٺي ماءُ چمچو" نظم به وري وري پڙهڻ جهڙو آهي.

جڏهن ڪو ڪميٺو ڪٺي ڪنڌ ڪڙمي،
جڏهن ساهه سستو مري گاهه گرمي،
جڏهن ميندي هٿڙن چڳن کو چٽائي،
جڏهن ڪنڌ ڪچڙن ، گهٽا ڏيندي گهائي،
تڏهن منهنجي لڪٽين ڪي لوريءَ ۾ لچجو.
اڙي جان جانان، مٺي ماءُ چمچو.

جڏهن ڏاريو ڏرتي سجائپ پيچي جو،
جڏهن وت وسيلا ڪنڌن جي ڪچي جو،
جڏهن لٺجي لڙڪين نه واهر نه والي،
جڏهن مرندي مٺجين ٺين شهر خالي،
تڏهن منهنجي مرثين مياروں مون مڪجو
اڙي جان جانان، مٺي ماءُ چمچو.

"ننگر نينهن نياپا چمن چلولايون" گيت، ٺر جي ٻولي، ٺر جي ماحول خاص ڪري برسات ڪان پوءِ ڏاڍو وڻندڙ آهي.

وسيو ٺر وري آ ساوڪ سڏي ٿي،
پٽون ياڳ پريون آسن اڏي ٿي،
ڏاچين جون ڏوليون اسان چا سجايون.
ننگر نينهن نياپا چمن چلو لايون

فهيم عباسي جا روايتي عشق ۽ محبت جي شاعر به پڙهندڙکي موهين ٿا ۽ نواڻ جي سرڪي پيارين ٿا. انهن ۾ به غضب جو ردم رواني ۽ موسيقي آهي. سندس ڪي رومانوي

شعر ڪيس مشهور رومانوي شاعري جي پر ۾ بيهارين ٿا. ڳائڻ
ڪان پوءِ نہ اهي شعر وڏيڪ سريلا محسوس ٿيندا.

## گيت

پل پلوڙيون ٻانهون تنهنجون، چاهت ڇريون چاهون تنهنجون،
محبت ۾ موتائي ڏي ، لڪي لوڪ لڪائي ڏي،
پيارمنهجو پرڇائي ڏي
ول وڪوڙيل ٻڪ ولين جا، ڦوڪي ڦوڪڻ ڪڪ اڪين جا،
ڳوڙهڻ ڳڙندي ڳل ڳراٽيون چاهت سانُ چورائي ڏي.
پيارمنهجو پرڇائي ڏي

ڪافي جو هئڙو بند هر عاشق جي خواهش هوندو آهي، جواني
جي خواهش جهڙ جي خواهش:

ڳاڙها پيلا گل گلابي، رات مسافر راحت راڳي،
ڇيليون ڇلپن پاٽي پتوڙن اڇوڙي سانئڻ مند ملهايون.
هل هلايون ڳيچ ڪي ڳايون.

فهيم عباسي، شروعاتي شاعري ۾ ئي روايتي عشقيہ
شاعري ڪانسواءِ قومي، عوامي، انقلابي، طبقاتي ۽ انساني
برادري واري شاعري ۾ گهٽو ڪري تصوراتي خيالن يا
تصوراتي اظهار جو شڪار نہ ٿيو آهي، پنهنجي فڪر ڪي يا
پيغام ڪي، فن سان، حقيقت پسندي يا سائنسي سوچ ۾ پيش
ڪيو آهي. اها هڪ پختي ۽ باشعور ماڻهو جي نشاني آهي، جو
هو پنهنجي تخليقي فن ۾ يا ڳالهہ ٻولهہ ۾ يا اظهار ۾ وهم
وسوسي هوائي توائي پوت غيبات اجاين سجاين، ڪافي
ڪرامتن جادن جنترين وغيره ۾ وڪوڙيل يا قائل نہ هجي يا ان
جي تخليق انهن خيالن جو مرڪب نہ هجي، مون ڪي پڪ آهي

تہ شاعري جي وڏڻ، مختلف موضوعن جي مطالعي بعد ذهني طور اڃان وڌيڪ پختو ۽ مئچوئر ٿيندو. سندس شاعرانہ تخليقون اڃوڪي يا شروعاتي شاعري کان فني ۽ فڪري طور وڌيڪ شاهڪار ۽ شاندار ٿيندو.

هن مجموعي ۾ فهيم عباسي جي ٻين ڪيترين صنفن يعني بيتن، واين، ڪافين، نظمن ۽ رومانوي تخليقن سان سنڌ، وطن ۽ دنيا جي غمن، ڏکن، ڏاڍاين، ڪلورن غلامين، بکن، بدحالتن، دهشتگردي، بدامنين، جهالتن۽ جبرن تي تمام بهترين شعر آهن، جن کي سنڌ ۽ عالمي شاعري ۾ مثال طور پيش ڪري سگهجي ٿو.

**ڊاڪٽر ملڪ نديم**
گلشير محلو، ڪنڊڪوٽ
ڪشمور
آگسٽ 2007ع

ادب ۽ فن جي دنيا ۾ ڪيترائي ماڻهو شاعر هوندا ناهن پر لڳندا آهن ۽ وري ڪيترائي شاعر هوندا آهن پر لڳندا ناهن. تخليقي روين جي جهان ۾ وري ڪجهه ماڻهو اهڙا به هوندا آهن جيڪي نه شاعر هوندا آهن ۽ نه وري لڳندا آهن پر سندن اندر جي اٿل زندگي جي ڪنهن خاص موڙ تي ڪين سامهون آڻي بيهاريندي آهي ۽ هو شاعر طور سڃاڻپجڻ لڳندا آهن. فهيم عباسي به اهڙن ماڻهن منجهان آهي. هو منهنجو نهايت قربائتو ذاتي دوست آهي ۽ سندس مزاج، سوچ، محسوسات ۽ روين ۾ گڏ ٻڏ شروع کان هئي ۽ هن جو شاعري ۽ موسيقيءَ سان لڳاءُ باروتڻ کان آهي پر هڪ ڏينهن هڪ شاعر طور سامهون ايندو اهو اندازو هن جي ويجهن دوستن کي به نه هو.

هونئن ته هن سان رابطو پيو رهندو آهي ۽ شاگردي واري زماني ۾ اسان گهڻو حصو گڏ به رهيا آهيون پر تازو هن هڪ ڏينهن فون ڪري چيو ته شاعري جي ڪتاب تي به اکر لکي ڏي. مون حيرت منجهان پڇيومانس! "ڪنهن جي شاعريءَ جو ڪتاب؟" ته وڏو ٽهڪ ڏيئي چيائين! منهنجي شاعريءَ جو ڪتاب!" اهو بهرحال هن جو مون سان ۽ مون لاءِ هڪ نئون تعارف هو. فهيم عباسي _ فزڪس جو استاد ۽ هڪ شاعر! سندس شاعري پڙهي لڳي ٿو ته هن شاعري ڪئي ناهي پر هن کان ڪنهن حادثي جيان ٿي ويئي آهي ۽ ان حادثي جو شڪار سڀ کان وڌيڪ هو پاڻ ٿيو آهي. هڪ نئين شاعر طور هن جي شاعريءَ ۾ فني ترڪيبن ۽ بندش توڙي ٻوليءَ جون ڪيئي ڪمزوريون آهن جيڪي وقت، مطالعي ۽ مسلسل تخليقي پورهئي ۽ ادب جي فني ۽ فڪري ڄاڻ جي وڌڻ سان ئي دور ٿي سگهن ٿيون پر هڪ ڏاڪي تي شاعري هن لاءِ فن ۽ تخليقي

پورهئي ڪان وڏيڪ اندر جي "اٿل" ۽ جذبن جي بيساختہ اظهار جو نالو آهي، جنهن ۾ هو پاڻ کي نئون ۽ هلڪو بہ محسوس ڪري ٿو تہ پنهنجن جذبن ۽ ويچارن جي وهڪري آڏو بي اختيار بہ آهي.

هن جا جذبا سادا ۽ خيال انسان دوست ۽ حساسيت سان ڀرپور آهن. هن جي مزاج ۾ هڪڙي خوبي اهڙي آهي جنهن جي آڌار تي چئي سگهجي ٿو سندس شاعري ڏينهون ڏينهن پختگيءَ جون منزلون طعي ڪندي. اهو رويو آهي مسلسل محنت ۽ پورهئي جو. هو جنهن بہ ڪم ۾ هٿ وجهندو آهي، ان کي سنجيدگي سان ڪڍندو آهي ۽ پوءِ ان جي آبياري ۽ مسبت ۽ سخت پورهئي سان ڪندو آهي مون کي يقين آهي تہ شاعري ۾ هو بہ ائين ئي ڪندو. هن پنهنجي زندگيءَ ۾ هر "نينهن" سان نڀايو آهي، ڏسجي تہ شاعري جي ديويءَ سان هن جي پيار جو ڇيهہ ڪٿي ٿو ٿئي؟ ۽ هو ان سفر ۾ ڪيترو اڳتي ٿو وڌي؟ منهنجون نيڪ تمنائون هن سان گڏ آهن.

**جامي چانڊيو**

حيدرآباد

فيبروري 2007ع

رونقون رولاڪ ٿيون، راز توکي چا ٻڌايون
بي رخيون بيتابيون، ساز توکي چا ٻڌايون

نوڙت نهاري، سار ساري، روز پڪاري
مند ڪا موهي نتي، آواز توکي چا ٻڌايون

بي حسيون بيحد وڏيون، خواب ماپي چا ڪجي
بازيگريون ڏاڍيون ڏکيون، انداز توکي چا ٻڌايون

بارش پڳل بيوس بدن، اکڙيون سکن توکي پچن
لڄ للڪاري پڪاري، پرواز توکي چا ٻڌايون

ياد ڪرسي يار ياريون، تک تياريون، گڏ گذاريون
وقت گهاريل سپ وساريل، همراز توکي چا ٻڌايون

وار کولي ڳل ڳالهيون، چپ چرندي چال چاليون
نخرا نشيلا، سر سريلا، ناز توکي چا ٻڌايون

***

راهہ تنهنجيءَ جو رخ انوکو، ڇا جيون پيار پچارون جاني،
تنهنجي منزل ليئا لاتيون، ڇا جيون سار سنڀارون جاني.

تنهنجا سائين ڪيئي سپنا، ماس مٿي تون ماڳ مٿين تو،
تنهنجي فڪر ۾ فرد ۽ فرقا، ڇا جيون الڳ اڏارون جاني.

تنهنجا ناتا نينهن سين سان، قول ۽ ڪاتا ڏينهن سين سان،
محبت ڪي تون آٽين ماٽين، ڇا جيون مات ميارون جاني.

تنهنجا واعدا وچن ورن تا، ساٿي ساقي سر ڦرن تا،
بدلي ۾ بيزار رهين تو، ڇا جيون ڪار گذاريون جاني.

دل دلاسا پيار جا. پاسا، درد ڪهاڻيون ڪيئي ڇاٽون،
تنهنجي منزل ماني موقعو، ڇا جيون، هار هلارون جاني.

تنهنجو منهنجو ڪهڙو رشتو، ماڪ ڦڙي جيان ترڪي پيو آ،
تنهنجي تڪ تجلاڻ تي ساڙي، ڇا جيون باغ بهارون جاني.

ها جي ملين هان ”امر“ هلين هان، قرب جا ڪي قدم پري تون،
رشتا ناتا، تو جي نہ ڇاتا، ڇا جيون، پريت پڪارون جاني.

***

# تو سان کھڙا ليکا سائين

تو سان کھڙا ليکا سائين جيءَ ۾ جھاتي پائي ڏس،
اٽيا سٽيا رشتا پنھنجا،نينھن پنھنجي کي نيائي ڏس.

ھلندي گھمندي جيءَ جياپو جاچي ڏس تون،
جيت بہ تولاءِ ھار بہ تولاءِ من اندر واجھائي ڏس.

رات نري يا باک ڦٽي تي، ھينئڙي پاتيون ڳل ڳراٽيون،
باغ بھارون پيار پڪارون ساھہ ۾ تورو سمائي ڏس.

ھڪڙو ماٺھو سور سھي تو، مرڪي مرڪي مڌ پيئي تو،
جانِ بہ جوکو، پنڌ بہ اوکو، سوريءَ تي تہ سجائي ڏس.

ڏات ڏنگھي تي، آنڌي مانڌي اڻ تڻ آھي،
پرچي پو تون پيار پنھنجي لئہ"امر" کي آزمائي ڏس.

***

ڪڪرن ڪيس ڪيا، تو وار ورايا هوندا،
وچڙين وَير وڏا، تو لڙڪ لاڙيا هوندا.

روشيون رنيون، ۽ ڪنوٽيون ڪليون آهن،
ڪجلين ڪرڪنيا، شايد تو نيڻ وڇايا هوندا.

اونداهيون، الجهيون، ۽ چانڊوڪي چڙي پئي آهي،
مرڪن ملڪ لٽيا هن توزلف سنواريا هوندا.

جهرمر جهرمر جڳ جرڪيو، منهنجي دلڙي آ ڏڙڪي،
پلڪن پار پڇيا آهن ۽، تو سجڻ ساريا هوندا.

جهوليون جهليون، گهٽين گيهه پيهه گهلي،
درد مٺيا مجنون مڙيا، تو جهومر جهلايا هوندا.

***

پيار جو ناتو پل ۾ پاتو، نينهن نيائي وينداسين،
بات پلائي، رات سجائي، جيون گهائي وينداسين.

رشتو ناتو ڪنهن نہ سجاتو، دل جو درد آتو آتو،
واٽ ۾ واهي، رات جا راهي ورق ورائي وينداسين.

درد ڪهاڻي،ڪنهن بہ نہ ڄاڻي،ڄاڻي واڻي نيڻ پڄاڻي،
سونهن سجائي راهہ وفا ۾، درد لڪائي وينداسين.

دل جي ڌڙڪن، پيار جو الڪو، هلڪو هلڪو،
سک جا سپنا، من مرادون، جوت جلائي وينداسين.

تو بہ نہ ڄاتو هاءِ اسان کي، رات جي راڻي،
پنهنجي هستي، محبت مستي، لڙڪن ۾ لڪائي وينداسين.

دل جو ڌوکو، هر بار انوکو، پنهنجو پاڻ پليوسين،
وچ وراڪا، پيار ۾ پاتا، من ۾ مرجهائي وينداسين.

هاءِ زمانا ڪيئي افسانا، پاڻ لڪائي وينو آ،
ڪي واٽ وڃيا، ڪي سلڻ سٽيا، ٻلب ٻلائي ويندااسين.

***

ڪو رات لڙيءَ ۾ لُڙڪي ٿو، آئون پار پڇيو پڇتايان ٿي،
ڪو باک ڦٽيءَ ۾ پڙڪي ٿو، آئون جڳمڳ جوت جلايان ٿي.

دل ديرا دردن ساڻ هيا، ڪي اڪڙين ۾ اُهڃاڻ هئا،
ڪو وقت وڪوڙي واڙي ٿو، آئون خوشبوءَ کي ڪيڪاريان ٿي.

هُن پار پروڪيون پروليون ٻڌي، مون سارا سپنا سرجيا هئا،
ڪو محبت مروڙي ماري ٿو، آئون چاهت کي چمڪايان ٿي.

سي ڪاتَ ڪهاڙا ڪنهن نہ ڏٺا، جن جوين جيءَ جلايا هئا،
ڪو پتنگن جيئن پتوڙي ٿو، آئون ٻڪايل کي ڀڪايان ٿي.

ڪن ڪاڙهيءَ ڪنن چوٽ ڏيئي، ويهي ويرين تي ٿي وار ڪيا،
ڪو ٻڌلن کي بہ ٻوڙي ٿو، آئون نياپي نيڻ وڇايان ٿي.

تيا ڪيچن ڪيڏا ڪلور هئا، هن ماءُ مٽيءَ جي ماٽي تي،
ڪو ننگن کي بہ نچوڙي ٿو، آئون چادر چولو چاڙهيان ٿي.

سي راتيون روڙي روئندا هئا، هن پاپي پاپ پرائي سان،
ڪو آڪيرن کي اکوڙي ٿو، آئون جهوپڙن ۾ جهونگاريان ٿي.

مون جھرندي جھرندي جيءَ ڏنا، مون لڏندي لمندي پيءَ ڏنا،
ڪو جهريل ڪي ٻہ جهنجهوڙي ٿو، آئون ڳيچ انهن لاءِ ڳايان ٿي،

ڪي مجنون موت مڃرائي ويا، ڪي سڪ ۾ سِرُ ڪپائي ويا،
ڪو "جعفر" ٿي جهونجهاري ٿو، آئون قدمن ڪنڌ نوايان ٿي.

هن ظالم ظلم ذري ذري، منهنجي ماءُ مٽيءَ ڪي ماپيو هو،
ڪو پاٽيءَ لاءِ پتوڙي ٿو، آئون جبلن ساھ سڪايان ٿي.

اڄ وقت اسان جو واڄو آ، ۽ وطن ويرين ڪان آجو آ،
ڪو پالتو اڄ پروڙي ٿو، آئون نينهن نياپا پانيان ٿي.

***

سڪ سڏيو آ، يار پڇي وڃ،
پيرو پلجي، پيار پڇي وڃ.

هينئڙو توکي هِت هُت ساري،
اکين اُلجهن، آزار پڇي وڃ.

جهوري جهوري، تڪي توري،
رَلجي روح، دلدار پڇي وڃ.

راتين روئان، لوڪ لڪائي،
ڳوڙها ڳوڙهن، سنسار پڇي وڃ.

”امر“ اڪيلو روح رڙي ٿو،
سڏڪا ساهن، آڏار پڇي وڃ.

***

# تو نينهن نياپا پنهنجا هن

تون راحت رمز کي چا ڄاڻين، تو نينهن نياپا پنهنجا هن،
چاهت چڪور ڏس چوڏاري، تو درد دلاسا پنهنجا هن.

مون مرڪي مرڪي موت چکيو، هن محبت جي مہ خاني ۾،
مرڻ جيئڻ ۾ ڪير نہ مياري، تو خيال خلاصا پنهنجا هن.

مون ڪالهہ ڪچي ڪاچوتيءَ ۾، ڪي سورن سات سمويا ها،
تو پارت پورب پوئواري، تو محبت ماپا پنهنجا هن.

مون ساڙي سُک سناسين وانگي، سک ۾ سرڪي ساهہ ڏنو،
تو حالت هڪڙي ها واري، تو پرک ۽ پاڇا پنهنجا هن.

مون جوتي جنگ جياپي سان، اندر ۽ اڻ تڻ آپي سا،
تو ماڳ مٽايا ماهواري، تو جڙتو جاڻا پنهنجا هن.

مون "امر" اجائي آتت تي، چيري چاڪن الجهيو هئو،
تو دلڙيءَ کهڙي دلداري، تو ڪُٺڪ ۽ ڪاچا پنهنجا هن.

***

سَٹَ نہ سياست سماج سنڀالي لوڪ لڪائي،
پالتن پالي ڪوڙ ڪٿائي، وقت وڃائي.

ڀَڳت نہ ڀاڙي، لوفر ٽاڙي، لتاڙي لوڙها،
آڙي ڀاڙي واڙي واڙيو ڪمدار، ڪارائي، وقت وڃائي.

اُلڪي اٽڪائي ويريءَ واهڙ وسندين ويڙهيو،
ٽاٽي گهاٽي گهوٽن گهاڙي ڪَٺَ ڪُٺائي، وقت وڃايئي.

جُنيون، جُونن نوڙتَ ننگن نُيچ نِچوڙي،
شوق شيطاني سمجهو سمجهي سيج سجائي، وقت وڃائي.

ڀيٽن ڀوري توري توري ڀوٽ ڀڄايا،
ٻارن ٻچڙن ڦُري ڦَرهيون جَاهل جَتائي، وقت وڃائي.

جهونن جَڏڙن جوت جلائي تِڪ تپايو،
ٻُڍڙن ٻوڙن مُونجهہ مُنجهائي ننگ نپائي، وقت وڃائي.

مُلان ماستر گهر گُهرائي ڪن ڳٽايا،
هارين نارين هِڪَ هڪاٽي ٻولَ ٻڌائي، وقت وڃائي.

ديڳيون در تي دابا ڏمڪيون ڀَيت ٻڪئي ڪي،
”امر“الڪو چا چا ڏاهي،ڪوئي پنهنجو پاڻ مڃائي وقت وڃائي.

***

پيار پراڻو پاپي آهي، ڳيرن کي ڳاريندو آ،
ويهي وٽاڻن تي، کوڙن کي کاريندو آ.

راهه تنهنجي جو راهي بڻجي راهه لٽي تو،
اڙائي الجهن ۾، آسن کي اپاريندو آ.

هن جو ساڳيو سر سريلو نئون نشيلو،
پاڄ پڄائي، پل پلوڙي، منڙو تي ماريندو آ.

مرد مروڙي ماٺ ۾ رهندي چين کسي تو،
رڃ ۾ راڙو راهه رلائي، ساهن ۾ ساريندو آ.

جوين جلائي، روح رلائي لوڪ لڪي تو،
چاهه چرائي مرڪن ميڙي اکڙين ۾ اڏاريندو آ.

پرڙا سووري پاڄ پڄي تو ماڳ مٿي تو،
ماٺ منيءَ ۾ بڪ بڇائي وڪڙن ۾ ولاريندو آ،

خوب کلائي کيڏ کيڏي تو پيار پڇي تو،
سک سمائي ورد ورائي ، قاتل تي ڪاڙهيندو آ.

***

من ٽڙيو، ڪين مڙيو،
وجهه وني تي شرم ڦريو.

آڌريائون سڀ ادائون،
هار مجي تي هينئڙو هريو.

پاڪ پناهون سڀ صدائون،
اڱڻ منهنجي تي گل ڪڙيو.

پرين پيارا نينهن نظارا،
عجيب ادائن سان دل تا اڙيو.

پنهنجي جيءَ ۾ جهانڪي ڏس تون،
رات ٽري ڪيئن سج لڙيو.

هڏڪي هڏڪي ياد ڪيان تو،
گهڙي گهڙي ڪيئن لڙڪ لڙيو.

تو ۾ منهنجو ڪل ڪائناتون،
وري وري ڪيئن جيءُ جڙيو.

توسان منهنجا سڀ سنيها،
پل پل تولاءِ ساهه سڙيو.

***

جيون جڳ مڳ، جهولي خالي،
رات رُتن ۾، ڏينهن سوالي.

پيار تي پهرا، ڪيئي چهرا
تجليون ڪجليون اک بہ آلي.

سرجي سُرڪي، مرجي متجي،
جهرمر جهرمر وقت آ والي.

ڪڙهجي ڪسجي، ڦرُجي ڦرجي،
ڏينهن ڏني جو، لُٽجي لالي.

نينهن نيارا تلندڙ تارا،
اوڪا اوڏا خيال خالي.

تنهنجو منهنجو جيون جهٽڪو،
وقت آ ويري حال احوالي.

***

لمحا اسان جا يادن تنهنجين کي چمندا رهن ٿا،
نچندي نچندي، چيڙن تنهنجن کي ڇهندا رهن ٿا.

اوهان سان جي گهاريون راتيون رتن ۾،
گڏ گهمندي، قولن تنهنجن تي کڏندا رهن ٿا.

اوهان جي اکين تي سوچي پل پل ۾ لوچي،
مرڪي مرڪي، نيڻن تنهنجن سان ملندا رهن ٿا.

زمان، بهانا، لوچون ۽ سوچون آ دستور دنيا،
سهندا رهن مگر ساٿ تنهنجو سکندا رهن ٿا.

***

ڪنهن درد جو رشتو ڄاڻان ٿو جو وهمن کي به ولوڙي ٿو،
ڪنهن ساٿ جو صدمو سڃاڻان ٿو جو زخمن کي به نچوڙي ٿو.

ڪنهن رات رنگيلي راتين ۾، مون رت جا ڳوڙها ڳاڙيا ها،
ڪنهن پيار جو پيرو پڇاڻان ٿو، جو محبت مند مروڙي ٿو.

هن پور جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي، جنهن جلندي جوت جلائي هئي،
ڪنهن وقت جو ويري ياڻان ٿو، جو ٿهڪ ڏيئي مون توڙي ٿو.

هو قسمت جا ڪي ڪلور هئا، يا درد ڪهاڻي گهربل هئي،
ڪنهن مرض ۾ ڪو محتاج ٿيو، ڪو انڌيرن کي به اکوڙي ٿو.

ظالم زمانا ڪيئي افسانا جڙتو جوڙي جٽ ڪيئي،
ڪنهن قهر ۾ ڪوئي ڪسجي ويو، ڪو پراون کي به پروڙي ٿو.

مان راهه ڪنس! يا چاهه ڪنس! هي ڪهڙي رمز جو جادو آ،
ڪنهن ماڳ ۾ ڪوئي وچڙي ويو جو پيار ۾ تورو لوڙي ٿو.

***

تنهنجي چپن جي چانوٺ کي ڪيئن وساري سگهندس،
انگلن ۾ اڻ جاڻاين کي ڪيئن مساري سگهندس،

حياءَ جي اک ٻوٽ ڏسي مان چرڪي ٿو پوان،
سونهن ڏي ۾ گهٽائن ڏي، ڪيئن نهاري سگهندس.

پيار سان يار ٻه پرتوءِ نيڻن جو اظهار ٻه پرتوءِ
جذبن جوت جوانين کي مان ڪيئن پڪاري سگهندس.

ويندي ويندي راهه رلائي روئاري ٿي ماري ٿي
اکين جي ارمانن کي مان ڪيئن جياري سگهندس.

***

ڏات ڏکيرو ڏاوڻ سائين، ڏنگهي ڏات وڏائي ٿو،
پيرا ڪٽندي پاٽمرادو، واٽن وجهه واجهائي ٿو.

هن جو پنڌ نہ پوئتي پلجي، هتي سدائين، اڳتي ڏسجي،
سرندي سرندي ساهہ ۾ سرڪي، ڳيجهو ٿي نہ ڳالهائي ٿو.

نغل ۽ نعرا، اوجهل الڪو، ساهہ پنهنجي ۾ ساندي سدائين،
شور نہ شرارت متجي من ۾ جيون جوت جلائي ٿو.

هن توسان سور سليو آ ۽ ساهہ تنهنجي ۾ سڏڪو پيو،
الجهہ نہ تون اڻ جاڻن وانگي، ارڏا ڪوڙ اڏائي ٿو.

سور سنديسا سڪٽا ناهن، رهزن ڪي مون رات ڏٺو،
ديس درندن ڏڏي وڏو آ، جاڳ ۾ تو جاڳائي ٿو.

ڏس يلي رولاڪ رلن ، سڏڪن صدا سمجهہ تہ سائين،
موت مڙيوئي منزل ماڻي، قهاري قول ٻڌائي ٿو.

چو ”امر“ الجهي پيو هان، محبت جي ميدانن ۾،
انسانيت جي اڪ ٻوٽ حقيقت، هيڏو ٿي هارائي ٿو.

***

ڪير تو توکي سڏي، ڪنهن جا قصا تون سارين ٿي،
پيرن پاتو پازيب ٿئي، پرين ڇو نہ پڪارين ٿي.

ٻانهون نليون چوڙين بنا، ڪهڙو ناھ تنهنجو،
پائي ڳچيءَ ۾ هار نئون، اکيون ڪٽي نهارين ٿي..

مرڪي پوين ٿي مونجهہ ۾ نندن ۾ نياپو نئون،
ڇم ڇم جي ڇڪ ٻہ ڪافي، لفظ ڪي ڇو اچارين ٿي.

***

تون جو آئينءِ خواهشون وسري ويون،
بيزاري جي عالم ۾، چاهتون نسري ويون،

تنهنجي اکين ۾ اوتيل خواب خوب ڏسي،
ڪجلين ۽ ڪارين ۾ محبتون سري ويون.

هٿن جو ريکائون، چهري جو رعنايون ڏسي،
وسريل وعدن جون بي اعتباريون پري ويون.

لبن جي لالاڻ تي، جسم جون جهلڪيون پسي،
پيار جون سپ ڪائناتون، ٺري ويون.

جادوئي جيون جون موجون ۽ مستيون ڏسي،
شڪن ۽ شرارتن جون معنائون ڦري ويون.

گهنگهور گهٽائن ۽ زلفن جون چلولايون چکي،
محبت جون شڪايتون ۽ ميارون مري ويون.

هي وچن هئا يا واعدو وفا "امر" سان،
بي معنيٰ لفظن تي داستانون تري ويون.

***

تات تنهنجي تڙپائي ٿي، دل جا درد ٻڌندو ڪير؟
رات رلائي خوشين ڪڙڪائي، اهڙا ڪيڏ ڪيڏندو ڪير؟

سوچون سڏڪا، سور ۽ صدما سختيون تنهنجي سات جون،
دل وندرائي،نينهن نيائي، اڳ اڳرائي اڙندو ڪير؟

پيار بہ پنهنجو، پريت بہ پنهنجي راهہ مسافر ريت بہ پنهنجي،
جيءَ جرڪائي، اکڙين اٽڪائي، ڳالهيون ڳچ ڳرندو ڪي؟

ساهہ سوالي، جڳ خيالي، جڳنو جرڪن تارا مرڪن،
هل هلائي، نظر نوڙائي، شرم جا پردا ڪٽندو ڪير.

ملت بہ منهنجي، رات بہ منهنجي لاوي جيان لات بہ منهنجي،
پاڻ ڦرائي "امر" اڙائي، وچن ورائي ورندو ڪير؟

***

خواب ڏسين ٿي، جاڳ پسين ٿي، پيار کي ٽورو پڪار او سائين
اندر ارپنا، سانديل سپنا، محبت جي مهڪار او سائين.

راتيون جاڳي هينئڙو تنهنجو، درد نوان اٿلائي ٿو،
ڪاريون راتيون، جيون جهاتيون، سانوڻ جي وسڪار او سائين.

پڪ پڪايون، توکي پائنيون، ڪيئن اسان سي ڳٽي ڳايون،
مان ۾ مرڪين، پيار ۾ ڪرڪين، مند جي توتي ميار او سائين.

پيار پڪارون، سار سنيارون، يادن ۾ تون ياد ڪرين ٿي،
چپ رسيلا، ڳل ڳراٽيون، ڏس جهرمر جي جهنڪار او سائين.

***

زندگي جو ڏيئو مرجهائجي ويو،
هر جڳهہ موت آهي ڇانئجي ويو.

بي ڪفن لاش ۽ سرد چهرا ڏسي،
آدمي ڪجهہ گهڙيون گهٻرائجي ويو.

ڪيئي سپنن جون ساپيائون ڪٽي،
هڪ معصوم چهرو مرجهائجي ويو.

خوبصورت وادين جي هن شهر ۾،
موت جو راڪاس گهمائجي ويو.

روشن گهٽيون ۽ رستا لٽي،
ڍير لاشن جو لڳائجي ويو.

انسانيت روئندي ۽ تڙپندي رهي،
گلڙن جهڙو ٻار بہ ڳڙڪائجي ويو.

***

وقت وڏو ويري آهي، هي رشتن کي ٽوڙيندو آ،
ڪو چاهه ۾، ڪو ساهه ۾، ڪو راهه ۾ لوڙيندو آ.

ڪو زندگي جي زور تي، ڪو بندگيءَ جي موڙ تي،
خوابن جي ساپيائن ۽ سپنن کي جوڙيندو آ.

ڪنهن قرب ڏنو، ڪنهن ڪرب ڏنو، ڪو راهه ڪنو،
ڪو ساري ساعتن کي، وچنن کي ولوڙيندو آ.

ڪو منزل ماڻي مسڪرائي ٿو، ڪو راهه ۾ ڀٽڪي راهي ٿو،
ڪو محبت ۾، ڪو چاهت ۾، ڪو راحت ۾ روئيندو آ.

ڪا درد ڪهاڻي ڪرڪي ٿي، ڪا محبت ماري مرڪي ٿي،
ڪو جذبن جي احساسن جي ڪا پريت ڪهاڻي ڇيڙيندو آ.

ڪنهن دل جا رستا دور ڏنا، ڪنهن پل ۾ ناتا ڏور ڏنا،
ڪو مرادن کي، ڪو ارادن کي، موتين سان پوئيندو آ.

ڪو ساهه ۾ سڏڪي ساري ٿو، ڪو منزل پيار پڪاري ٿو،
ڪو مٽيءَ کي مهٔ مڃي، ڪو محبت کي ويسلهه مڃي، سلروٽيون سلريندو آ.

ڪو خوشين کي خيرات مڃي، محبت کي معراج مڃي،
”امر“ ڏوهه ثوابن کي، سياڻن ڏي سوريندو
آ.

***

ويس وڳن جي ڳالهہ نہ ڪر اندر منهنجو ڪائي ٿو،
ڪهڙو تنهنجو نانءُ رکان، من نہ ڪوئي پائي ٿو.

هيس ڪيئن سُتل ڪهڙو هار سينگار ڪيو مون،
هٿ هنيلي حالت تي، هينئڙو پيو هرڪائي ٿو.

تنهنجون سوچون آيون آهن سُرندي ساهن ۾،
وار ڪليل، تيل لڳل، هي ڳالهيون ڪير ٻڌائي ٿو.

هيل بہ تنهنجي اچڻ جون آسون اميدون ساري ساري،
ويس وڳو جو تيار ڪيم، شرم وچان شرمائي ٿو.

جهڪي جهڪي جهاتيون پائي هيڪل مهل سوچي سوچي،
توکي ايڏو ياد ڪيم، رڳ رڳ رت واجهائي ٿو.

منهنجي عادت توکي سدا مُرڪي ياد ڪرڻ،
در دروازا گليون گهٽيون، ڳالهائي تو کو ڳائي ٿو.

***

ماٺ ۾ ماڻن تي چو دل ڦرائي وينو آ،
خوبصورت خيالن تي چو پاڻ هرائي وينو آ.

ڪيئي راتيون، ڪيئي ڏينهن، ڪيئي ڇهليون،
وڪريل وارن تي چو جيءُ جڙائي وينو آ.

وقت وفائون پورل ڪي نہ پانئيون،
انگل ۾ انگڙاين تي چو اڪڙيون اڙائي وينو آ.

ڪا بلت نڳي ڪا رات نڳي، پرهہ ڦٽي پريات نڳي،
”امر“ ادائن الجهن آهون، چو نيڻ لڙائي وينو آ.

***

تو نہ ملان تہ سمجهجانءِ، گهاءُ گهاريو هوندم،
راهہ رلائي تہ لوچجاءِ، پيار پڪاريو هوندم.

وري وري جي نہ وران، وڪون ڪٽي واڪاڻ جون،
گهٽيون نہ گهمان تہ نوچجانءِ، مرڪن ماريو هوندم.

پلجي برڪا رت ۾، جي پيرو نہ پلجي اچان،
سوڙ سمهان تہ سوچجانءِ، ڪنهن سور ساڙيو هوندم.

واتون چڏي وچڙي وجان، ڪنهن ڪُن ۾ ڪنهن ڏن ۾،
ٿهڪ ڏيئي نہ ٿوڪجانءِ، ڪنهن جهوري جهاڙيو هوندم.

***

وَيَس تو وِچڙي، ساريندو ڪير،
رڳو ڳالهہ هڪڙي، اُڪاريندو ڪير.

قلبيءَ قرقوت، ڪجل ڪِتڪتايون،
پيس جڳ جڪڙي، سنواريندو ڪير.

واجت واليون، رنگن ريڪائن،
ويهي جان جوءِ ۾، واريندو ڪير.

چلولايون چوڙين، ڪارينءَ ۾ پورين،
حالت ههڙي، گهاريندو ڪير.

ڪراين ڪنگڻ، پيار جا بنڌڻ،
جادو جهڙي، پڪاريندو ڪير،

نيڻ نويل، واسينگ وڪريل،
سادگي اهڙي، ماريندو ڪير.

ڳلن ڳاڙهاڻ اڪڙين اُهڃاڻ،
تات تهڙي، جياريندو ڪير.

نيڻ نشيلا، حياتي ۾ حيلا،
ڪاڪ ڪهڙي، نهاريندو ڪير.

سانوڻ راتيون، مندن ماتيون،
”امر“ اُجڙي، اجاڙيندو ڪير.

***

گهنائن چيو، جيءُ جهلجي نئو،
هوائن چيو، هٽ ڇُهندي هلي ڏس.

ادائن چيو، پيار پلجي نئو،
سزائن سيڪاريو، ساٿ گهمندي گهلي ڏس.

جفائن جهونگاريو، ڪو اسان جو ٻه وارو،
نظارن نهاريو، چپ چمندي ڪُلي ڏس.

گهٽائن گنگنايو، ڪي اسان جا ٻه سپنا،
بهارن بيزاريون، لڙڪ لڙندي پلي ڏس.

لڙي رات لڙڪي، سليو سور ٽورو،
صبح ڪنڌ نوايو، جفائن جُهلي ڏس.

صدما ڪي سنيريا، اسان جو ڪو الڪو،
ميارن مڪاريو، سچ لهندي اُلهي ڏس.

چيو چاندوڪي چڙي، سچو ساٿ منهنجو،
پهاڙن پڪاريو، نيڻ نمندي رلي ڏس.

چوٽين چوايو، اونچايون اسان جون،
”امر“ اڄ اڪاريو، اڪيون ملندي ملي ڏس.

***

هياڪل هياڪل هاڻي اسان جو روح منا رلجي نٿو،
سور سلڻو پور رلڻو، جيءُ منا جهلجي نٿو،

چوٽ ڪائي وٽ وڄائي، قرب ڪهڙو ڪوٽ ۾،
جند جلڻي من پلڻو، سور منا سلجي نٿو.

تو چيو هو چار راتيون موج ۾ مهراڻ آ،
حال هيڻون درد ٻيڻو، پيار منا پلجي نٿو.

ساهه سڏڪا، اندر الڪا، رات ڪاري رڃ ۾،
هاءِ جيئڻو مند مهڻو، هينئڙي مون هلجي نٿو.

ساهه سسڪيون، چاهه چسڪيون، واپس وري آ وجهه وني،
سور سلڻو، مرڪ ملڻو، "امر" ائين الجهي نٿو.

***

ملن ڪين مرڪي، پناهون اوهان جون،
دکي پيئي آ ڏڙ ڪي، جفائون اوهان جون،

صدائون صدين کان، صلاحون سليقا،
پلئه پيون هن، سزائون اوهان جون،

پٽڪ بي خيالو، بکيڙو بروبر،
ڪويل پئي آ ڪرڪي، ڪلائون اوهان جون.

سڙي سور سياري، أياري ألهاري،
خبر پئي آ ڪڙڪي، وفائون اوهان جون.

تي جهجڪي جهڪو تئي، پلي پور پورب،
"امر" پئي آ لُڙڪي، دعائون اوهان جون.

***

سمنڊ ڪناري، آندي آڙي بي بها بهار اسانجا،
پاڻ پتوڙي اڪڙين اوڙهيا، اڻ ڏٺا اقرار اسانجا.

گهنگهور گهٽائون، پرجي گرجي هاڻ برسي پيون آهن،
چيڙا چمندي راهه ۾ رلندي، چولين ڇلڪيا آڌار اسانجا.

چوڏهين چنڊ جو روپ ڏسي، پيار پنهنجو ٻه ٻکڙي پيو آ،
وارن ورنديون، نيڻن نياپا، سونهن پريا سنسار اسانجا.

جهرمر جهرمر رنگ رنگينيون، ڳل ڳراٽڙين نيڻن نشيلا،
”امر“ انهي جو انت نه جاڻي، ماڪيءَ جهڙا منتار اسانجا.

***

روز رسڻ جي ريت نرالي، عجب ادائون چاهه چاهون،
پيار پڪاري پل پل پريتم، ڪهڙا ليکا ڪوڙ خطائون.

پريت بہ پنهنجي، پيار بہ پنهنجو، سورن جو سنسار بہ پنهنجو،
گهڙي گهڙي چو گهٽ گذاريون، عرض الاهي سوين صدائون.

دلڙيون ڌڙڪيون، جيون جرڪيو، چقمق جهڙو چاهه اسان جو،
چنڊ چاندوڪي پاڪر پورل، ڪيئن وساريان وچن وفائون.

جهڙو تهڙو پنهنجو رشتو، اوتيل اُٽيل ساهه ڪان سستو،
مرجي متجي چو مند تي پاڙيون، رنگ رنگيليون روشن راهون.

”امر“ اجايو الڪن آڙي، جانب جيءَ ۾ جڪڙيل جڙيل،
وري وري چو وهم ويچاريون، ساٿيءَ جهڙيون سپ ساپيائون.

***

هن رات لڙي جا رنگ ڏسي، سپنو نئون ڪو ساريو آ،
يادن جا ڍؤ ۽ ڍنگ ڏسي، روپ نئين سان نهاريو آ.

لئجي منجي پريت پرائي، سپ ڪجهہ سانئيو،
اڪڙين الا ۽ انگ ڏسي، مان منيءَ ۾ ماريو آ.

ڪچڙيون ڪڙڪيون، ڪاريون ڪرڪيون، جوين جوش ۾ جرڪيو،
ساهہ ۾ سانديل سنگ ڏسي، جوڳي تي مون جياريو آ.

انگ انگڙاين چاهہ چڪيوسين، پنهنجو سور سليو سين،
وڪريل وارن ونگ ڏسي، گڏجي گهاءَ گذاريو آ.

"امر" اجايو الجهين تو اڪيلو ياد ڪري تون ڪاريون راتيون،
پيار جا پڪڙيل پتنگ ڏسي، هن ناهہ ۾ نهڪي ناريو آ.

***

ويري وينو وات ونيو، راهہ ۾ رهبر آٽيندو ڪير،
ڏَگَ وني تي داءُ ڪيائين، سر سوريءَ چاڙهيندو ڏ َبر؟

رات رنا جي مُنيل مارون، گهاءُ جنهين جا گهرا ها،
سوري سڪ جي ساعت ٿوري، مرڪي موت نهاريندو ڪير؟

جهڳيون جهوپا، جهر جهنگ جهوري چور ڪيا هُن،
ساوڪ ساڙي، ڏينهن ڏهاڙي پاڙان هن اکاڙيندو ڪير؟

بي نڪ ٻچڙي ماءُ مٿيءَ تي ڪُڏ ڏيئي ٿي ڪيس ڪيا،
توبون، گولا شينهن ٿولا، باغي تي ڀاڙيندو ڪير؟

چانوٺ چمندي چهڪ ڏيئي ڪر تون ڳترا ڳترا،
"امر" اڇي وٺ هي چري، محبت ۾ ماريندو ڪير؟

***

انائون تيون الجهن، سائين کي سمجهائي کو،
سزائون تيون سُٽڪن، رستي راهہ رسائي کو.

پيار جا پيرا ڪٽندي، وک وک تي ويريءَ واڙيو،
ڪلائون تيون ڪٽڪن، جهرمر جوت جلائي کو.

نينهن پنهنجي کي سوچي لوچي سائين ڏس تون،
جفائون تيون، جهٽڪن، جوڳي تي جاڳائي کو.

وچڙيو ورائن، وچڙيل وفائون، سموريون صدائون،
بلائون تيون پٽڪن، هيبت کي هيسائي کو.

اکيون آتيون "امر" اڪيلو، جيون ۾ جهاتيون،
صدائون تيون سڏڪن، گيت نئون گنگنائي کو.

***

# ناهوڪي

هار پائي وار ناهي، روز پاڻ ناهيندي نہ ڪر،
وچ رستي ساهہ سستي، ماڻهن کي ماريندي نہ ڪر.

ڪارو وڳو توکي لڳو، سينگار ڪيو تي سرس ڏس،
غير غلبو چاهہ چڪريون، پاڳن تي پاڙيندي نہ ڪر.

هوڪون ٻڌيون، ڪوڪون ٻڌيون، رنگروٽن ۾ راڙو پيو،
ڪاڪل ڪرائي وک وڌائي، ساوڪ کي ساڙيندي نہ ڪر.

چنچل اکيون ڏاڍيون ڏکيون، بازيگريون بازار تہ ڏس،
تک تاڙي ڏينهن ڪاڙهي، گهوٽن کي گهاڙيندي نہ ڪر.

مقتل متي مانداڻ آ، رقص ريليون روز رنجش،
پازيب پياري ڏينهن ڏهاڙي، ڏيکاءَ اهڙا ڏيکاريندي نہ ڪر.

راڄ رُسندي روز روئان، چار ياريون سڀ ٻهاريون،
”امر“ آڙي تاڙي تاڙي، لوڪ سامهون للڪاريندي نہ ڪر.

***

گلابي چپن جا ڪي چوبول چپٽيا وچن ياد آيو،
نيندون نياپا اڪين روز اٽڪيا [illegible] ياد آيو.

ٿي ساري مان سٺڪان ڳنڊيل ٻيو ڳالهيون،
جيون جياپا پلجي نہ پٽڪيا [illegible] ياد آيو.

سڪوڙي نپوڙي سکن سرس [illegible] آنحل ا لوڙهيو،
واهون وراڪا ساوڻ ٿي سٽڪيا چمن ياد آيو.

تڪي روز راهون ستايو سليقن اربين قريبن،
راتين راتاها پورل نہ پٽڪيا صحن ياد آيو.

الجهي "امر" ٿو اکين روز آلين، خيال سوالن،
پاچا ۽ ڪاچا ڪنجهندي ٿي ڪٽڪيا بدن ياد آيو.

***

## چمن چلولايون

موٽي آ تون گهر، ترائيون ٽيون تر، پناهن پڪاريو،
وچوڙي مان ور، اچي ياڳ پر، تو نيٽن نهاريو.

هو مر مر سڏڙا، ڪارونجهر تا گونجن،
وني وات سر، ٽي پيڙو تون پر، مندن آ مياريو.

مڙيا مور مُرڪي، آ هينئڙو پيو هرڪي،
دليون در بدر، ٽي نرجهو تون نر، ادائن اُڪاريو.

چمن چلولايون، ننگر نينهن نکريو،
اڪيلو "امر" ٽڙڪي تو تر، آ سپنن تو ساريو.

***

تات تنهنجي تڙپائي ٿي، دل جا درد ٻڌندو ڪير؟
. ا.      ي خوشين کڙڪائي، اهڙا ڪيڏ ڪيڏندو ڪير؟

سوچون سڏڪا، سور ۽ صدما سختيون تنهنجي سٽ جون
دل وندرائي، نينهن نيائي اڳ اڳرائي اڙندو ڪير؟

پيار ٻہ پنهنجو، پريت ٻہ پنهنجي راهہ مسافر ريت ٻہ پنهنجي
جيءَ جرڪائي، اڪرين اٽڪائي، ڳالهيون ڳجهہ ڳرندو ڪير؟

ساهہ سوالي، جڳ خيالي جڳنو جرڪن تارا مرڪن،
هل هلائي، نظر نوڙائي، شرم جا پردا ڪٽندو ڪير.

ملت ٻہ منهنجي، رات ٻہ منهنجي لاوي جيان لات ٻہ منهنجي،
پاڻ ڦرائي، "امر" اڙائي، وچن ورائي ورندو ڪير؟

***

اوهان جي اکين ۾ انائون ادائون
اسان سوچ سپنا بکين جون صدائون

توهان چپ چسڪا، محبوب سوچون
ڪڏهن گل ڳاڙها، ڪڏهن لوڙ لوچون
اسان وار اٽين، بيمارن دعائون

توهان گل گلابي، مندون مينهن موهن
پازيب پيارين، ڪجل نينهن موهن
اسان جهريل جهوپا، جڳهين جند آهون

توهان راڳ رنگن محفل مچايو
ڪلهن وار وڪريل، ڪنڌن تا نچايو
اسان بار ننگن، پياسن پناهون

توهان محب، محبوب، حسينن هتيڪا
وِڪاميل موج مستي، لتاڙيو تا ليڪا
اسان لوڪ لچندي، ويڳاڻن وفائون

توهان طعام طرحين، وڳا ويس عيدون
عياشون انوڪيون، اجايون اميدون
اسان لنگهڻ لوچون، سانگين سزائون

***

اڪن جي سانوڻ تہ ڏس!
ساوڪ سونهن سرهاڻ تہ ڏس!

ڳبڙ ڪِلندي، ٻوھ ٻوليندي
ول وراڪا، ڳُجَھ ڳولهيندي
اڪڙين ۾، آلاڻ تہ ڏس!

ڇيلن ڇلپا، مينهون تڙڳن
ٻاجهر جوئر، جيون جرڪن
مهڪن مارون، اهڃاڻ تہ ڏس!

ٿُڙَ تيا ساوا، ٻبر تو ٻهڪي
ڪنوار جيان اڄ تر تو نهڪي
نينهن نياپا، نواڻ تہ ڏس!

هاڻ منهنجو بہ هرڪي پيو آ
باغ بهارون، ڪرڪي پيو آ
محبوب ملي، مانڊاڻ تہ ڏس!

ڪيچ تيا هن، تر ترايون
خوب خوشين سان سپ سراهيون
هاءِ جانان! چانڊاڻ تہ ڏس!

***

ٿر وسي ٿريو نہ وري
يا ٿئي چريو، يا آويءِ پري
آئون اجايل پل نہ سري

گهاٽن گاهن سڪ ٿي سوري
ياد وٺاڻن ڪپي ڪوري
سرندي سازن، پنڌ آ پري
آئون اجايل، پل نہ سري

پينر منهجين، باغ بهارون
سڪندي سٽڪان، مند ميارون
چاپڙ چاپڙ، هيئڙو هري
آئون اجايل، پل نہ سري

لاڏن سِهرن، سُرَ سنيارن
مهندي هٿڙن، رقص نهارن
روئان راتين، پاڪر پري
آئون اجايل، پل نہ سري

ڪجلا سر جي ڪنڌيءِ ساريو
ڪارونجهر جي ڪور پڪاريون
ٽر تراين مند ڪيئن مري
آئون اجايل، پل نہ سري

***

# نينگر نينهن نياپا

ننگر نينهن نياپا، چمن چلولايون
اسان ڪهڙي حالت، توهان چا بڌايون

سري ڪين سگهُو، سوا تو او ساٿي
مندون ٿيون ميارن، ناهي آس لاٿي
نهڪي نڪاٿن، مون عيدون اجايون
ننگر نينهن نياپا، چمن چلو لايون

وسيو ٿر وري آ، ساوَڪ سڏي ٿي
پڻون ياڳ پريون، آسن اڏي ٿي
ڏاچين جون ڏوليون، اسان چا سجايون
ننگر نينهن نياپا، چمن چلو لايون

پلٽيو آ پاٽي، ترائيون پريون سي
خوشيون ڪوڙ ڪيتن، سراهيون وريون سي
مگر تون پري آ، رنگن ڪيئن رچايون
ننگر نينهن نياپا، چمن چلو لايون

وري آءُ ويجهو، مندن کي ملهايون
سکن سونهن پوڄا، لاڏا ڪي ڳايون
"امر" آهي اڻ تڻ، سڪي پيا سڏايون
ننگر نينهن نياپا ، چمن چلولايون

***

ضرورت زماني ڪمايو تہ وٽندو
ديواني بيگاني، ضمانت نہ ڪٽندو

ڏاهو ڏکيو ٿئي، ڏوهاري بہ ڏاهو
رسمن رواجن جو ڦندو ۽ ڦاهو
سياڻي ويڳاڻي، زمانو نہ نرندو

سوين روپ رشتا، رستا ۽ راهون
بيوس جي بندش، چمڪا ۽ چاهون
ڦلاڻي ڦلاڻي، سنهنجو نہ سهندو

مجنون منجهائي، سوين گهر گهايا
وڃائي وسيلا، سهارا سهايا
پراڻي نشاني، اجا ڪو بہ مرندو

اسان سور سليو، پنهنجو پاڻ پليو
نهاري نهاري، جهلي پاڻ جهليو
ٻهاني ترانِي، "امر" ڪين ڳرندو

***

اچي اوت اوڙهيو، ادائن پڪاريو،
وري دل ولوڙيو، صلاحن پڪاريو.

نہ حيثيت نہ حيلو، نڪا سمجهہ ساعت،
هي محبت نہ ماني، چريو ڪيو آ چاهت،
وري موت موڙيو، سزائن پڪاريو.

طبيبن تپاسيو، بيماري ڪا بُڇڙي،
ٿي بيوس مون باسيو، ويس وات وچڙي،
وري جيءُ جوڙيو، ڪلائن پڪاريو.

مجي ڪين مجتا، تو تن من هي تڙپي،
پجي مون آ پوريو، بڪيو باهہ پڙڪي،
وري ول وَڪوڙيو، أنائن پڪاريو.

نہ دارون نہ درمل، نہ واڪا وسيلا،
"امر" آس اڻ تڻ، هلڻ ڪين حيلا
گهٽو مون لوڙيو، صدائن پڪاريو.

***

اڪثرين اوري آءُ، نينهن نياپن روز پڪاريو،
سانوڻ سوري آءُ جيءُ جياپن روز روئاريو.

چاهت ساڙي، ڳوڙها ڳاڙي،
صبح سويري، يادن واڙي،
ياڳن پوري آءُ منڊ ۽ ماڻن تهڪن تاريو.

نينهن نرالو، ننڊ ستائي،
روئندي روئندي رات ڪٽائي،
چيڙن چوري آءُ، ناهه نڪاڻن سڏڪي ساريو.

دردن دل کي ڳوهي ڳاريو،
"امر" انوکو، مرڪن ماريو،
تن من توري آءُ وقت وفائن راهه نهاريو.

***

ڦُڙ، ڦُڙِ ڦوهار وسين ٿو، وَسُ وسڪارا،
ڦَڙِ ڦَڙِ، ڦَڙِ ڦَڙِ ڏار ڪو وس، نچن نظارا.

ڳجڳوڙ ڳجين ٿو، تا نا نا نا نا، ماندا مارون،
ريج رجي ٿو ها ها ها ها، ڏيهه پچارون،
هَرَ هَرَ هَرَ هَرَ، هار ڪو وس، سنوڻ سگهارا،

مٽيءَ خوشبو مان لهي ڪا، جر ٿر جرڪي،
ڪنيون واريءَ خوب ڪلن ڪي، ڦُرُ ڦُرُ هِرڪي،
اُترُڪاچو ٿر بر ٿئي ٿڌڪار ڪا وس، منهن موچارا.

وهنجڻ وَڻ ٽِڻَ، سلڙا سرجن، ٿئي سنئين سونهاري،
خوب خوشين سا پَلڙا پرجن، ٿئي سنڌ سگهاري
ٽر ٽر ٽر ٽر مهڪار ڪو وس، پيچ پلارا.

***

# تر جي مٽيءَ جي خوشبو

مٽيءَ جو مهڪاءُ تو ماري،
چاپڙ چاپڙ چاهه تو ماري،

ڏک ڏوراپا، ڏاچين چيلين،
واريءَ جو ويساهه تو ماري،

پيرون پچندي سک سمايل،
مارن جو اتساهه تو ماري.

اَڪَ اُڪيرن ڪپ ۾ ڪوهن،
ٻبر، ٻابيهي ساهه تو ماري.

تيز هوائن هُل هنگامو،
گڏ گذاريل گاهه تو ماري

چونري چاڙهيون ڏٺ ڏهاڙي،
غربت مير گناهه تو ماري

ڪٽڪ ڪانڌيري جهرڪي گِيري،
ماڪي مهٽو ماهه تو ماري.

***

لڇي روز راهن رئاريو تہ هوندوءِ،
مگر سڄڻ سِڪ مان سنياريو تہ هوندوءِ،
پل پل پرين مون کي پڪاريو تہ هوندوءِ.

لڪي روز لاتيون، اکيون روز آتيون،
تڪي روز تاڙيان، پائي جيءُ جهاتيون،
ڏسي روز نيڻن، نهاريو تہ هونداءِ.

سندي مينهن محبت، ڪنوڻ چاهہ چمڪا،
نندي نينهن عادت، سنوڻ ساهہ سڏڪا،
هڏڪين هٿن مان، ڪُجهہ ڪرايو تہ هوندوءِ.

”امر“ اڄ بہ آگم، اچين جي اگڻ تون،
شڪي شام شبنم، پچين جي سنوڻ تون،
جهلي جهولَ جهولين، گهرايو تہ هوندوءِ.

***

جهوري جهڪائي وساري ڇڏيو تو،
پرين پيارَ پرتَلُ، پڪاري ڇڏيو تو،
وعدن وفائن بهاري ڇڏيو تو.

رسمن رواجن جي زد ۾ زنگياسين،
اباڻين انائن جي مد ۾ مئاسين،
ستائي سمائي، سمهاري ڇڏيو تو.

مڙان روز مرندي تو پاڙي پرائي،
سڙان روز سهندي، لتاڙي لُيائي،
سيرن سهائي، ڪناري ڇڏيو تو.

جهليو ڪين جهلجي وڇوڙي ورايو،
پليو ڪين پَلجِي جهنجوڙي جلايو،
مرڪي منجهائي، نهاري ڇڏيو تو.

خوابن خيالن جهليا جهول جُهرندي،
انائن ادائن جا ڪشڪول ڪُڏندي،
”امر“ سڪ سِڪائي، ماري ڇڏيو تو.

***

هر هنڌ هِرڪين، محبوب متائن واهه واهه سائين،
اڪڙين تو، ارمان نہ اوچا، پيار پڌائڻ واهه واهه سائين،

سنگ نہ سجاڻين پل ۾ پاتئي نوان نياپا،
ٻولن ٻوڙي وچن ولوڙي گهائن گهايئي جيءَ جياپا،
تن من ترڪين سات سمائڻ واهه واهه سائين.

اتڪي اڙجي سات ڏبو آ، منهنڙو موڙڻ مانُ نہ ماٺهو،
رشتي ناتي روح ۾ رَلجي، پوري پورڻ شان نہ ماٺهو،
جڳ جڳ جرڪين ڪنڌ ڪيائڻ واهه واهه سائين.

مرڪي ماريئي چاهه اسان جا، اتساهه اسان جا،
ڪچي ڪوري، ورهه وجايا، ويساهه اسان جا ناهه اسان جا،
”امر“ چو اتڪين، جهوري جتائڻ، واهه واهه سائين.

***

ڀلي يار ڀوري، ڀلي لنگهه لتاڙي،
ڀلي سنگ سوري، ڀلي ڀاڳ ڀاڙي،
مگر دل جي ڌڙڪن، ڌتاريو نه توکي،
پليو آ تو پلڪن، وساريو نه توکي.

لڳي روز لوڙيان، رئان رت وهائن،
ٿئي روز ٿوڙيا، قسم قيد مائن،
مگر پيار پوڄا، پڪاريو نه توکي،
پليو آ تو پلڪن وساريو نه توکي.

سڄي رات سڏڪي، ستايو آ سنڌ سنڌ،
جُهڪي جيءَ جهٽڪي، پڇايو آ پنڌ پنڌ،
رڳو هار هڪڙي، آ هاريو نه توکي،
پليو آ تو پلڪن وساريو نه توکي.

سڪي روز سانوڻ، سُرن سُرَ وڄايا،
نهاري نهاري ستارا سڄايا،
"امر" آهه اوکي اڇاريو نه توکي،
پليو آ تو پلڪن وساريو نه توکي.

***

# ياڙي

ياڙي ياڙيو اگهه، مُلهه ياءُ وڪامي، ناهه وڪامي،
روپ ۾ رنگجي انگن اڙجي،وات وڃوڙي واهه ڪامي،
رهبرُ رهزن راهه وڪامي.

ترتَر تر تَر ٻول ٿو ٻولي، پول ٿو کولي ڳولهي ڳولهي،
ذات زناني ڪنن ڪچو، اتڪل ساهه اونداهه وڪامي.

ڀَنو ڀُٽ ۾ ڀيرا ڪٽندو پنهنجا واڙي، لوڪَ لتاڙي،
لُڏڙن لڏندي ڪدڙن ڪلندو، چاهت واري چاهه وڪامي،

ڏارئي در تي ڏڪا ڪائي، لوڪ لجائي نڪ ڪپائي،
پينو پنندڙ پنڌ پرائي، اندر جي اتساهه وڪامي.

ترڙا ٿوٽي ٿر ٿر ٿهڪن، محفل مرڪن،
ڪيت ڪپائي اوٽ اُچائي، چيٽ ڪتيءَ جي گاهه وڪامي.

مرد نہ ماريو! ننگن تاڙيو، دوڏا ڦاڙي،
عزت انائن گُهٽي گهوري، مرڪي مرڪي ساهه وڪامي.

پيِليو پتِ پتِ، رت نہ رشتو، روپ آ هن وٽ،
”امر“ ازل هُنَ ساهه سجاتو،وک وک جي ويساهه وڪامي

***

جياريو يا ماريو اوهان جي آ مرضي!
ٻوڙيو يا تاريو اوهان جي آ مرضي!

ڇڏي هيءَ حياتي ادائن تي اوري،
سُلهاڙي سڪن تي، جند جان گهوري،
کِهليو يا کهاريو، اوهان جي آ مرضي!

تو پل پل پڪاريان، پرين پَرچ ھاڻي،
گهُتجي تو گهاريان سائي سَرچُ ھاڻي،
سُڪايو يا ساريو اوهان جي آ مرضي!

نٿو سور سلجي، نڪو پيار پلجي،
نٿو يار گڏجي، نڪو جيءُ جهلجي،
ٻاريو يا ناريو اوهان جي آ مرضي!

زماني جي زد ۾، ڪڙهان روز ڪُنَ ۾،
وڪ وڪ وڃايو، عقل مت آ اَنَ ۾،
سمهاريو، سنواريو، اوهان جي آ مرضي!

”امر“ آس آهي، اڪيون روز آليون،
سوالي سوالي، گهتين روز ڳالهيون،
پڪاريو يا ڳاريو، اوهان جي آ مرضي!

***

اڄ تہ اکين ۾ ڪي ڪردار ناهيون
خيالن ۾ خوابن جا دلدار ناهيون،
سُپان جي سکن جا ڪي سنسار ناهيون.

ويو وقت گذري لڙي رات وئي،
هي جوڀن جواني پُري رات وئي،
وفائن جفائن جا حقدار ناهيون،
سُپان جي سکن جا ڪي سنسار ناهيون.

لڇي لوڪ گڏبو، ڇني ڪين ڇنبو،
ملي روز مندن اصولن کي اڏبو،
انائن ادائن جا اعتبار ناهيون،
سُپان جي سکن جا ڪي سنسار ناهيون.

ڪَچي ڪين ڪاٿو محبت کي ماپي،
ڏکي ڏول ڏاپيو جيئڻ جياپي،
سزائن صلاحُن جا حقدار ناهيون،
سُپان جي سکن جا ڪي سنسار ناهيون.

ڀلي ڀاڳ ڀورا، ڀلي روج راڙو،
ڀلي تيز تپش، ڀلي ڏک ڏهاڙو،
اميدن ”امر“ جا ڪي اقرار ناهيون.
سُپان جي سکن جا ڪي سنسار ناهيون

***

هُو هُو هُو هُو هوا هلي ٽي، ڙُو ڙُو ڙُو ڙُو زوڪٺ زور،
واٽن ويندي وڪ نہ وڏنديءَ، مال وندوءَ ڪي روڪي ڪير.

تيز تکو طوفانن وانگي، ڪٽي ڪشالا، سر جو سودو،
مٿيءَ ميرو اُنن پيڙو، منزل موڙي جڻ ڪو دودو،
اکين ڦوڪي،لٽيل وارن،ماروءَ منهنجي من نہ مير.

هو جو ڪاڙهي ٻڪ نہ ٻاسي، ذاتِ ڏکن جي ڏوليءَ هُنَ آ،
مولا منهنجي ڪيت نہ ڪُٽڪو، ايمان واري ٻوليءَ هُن آ،
ڪَپُرَ ڪِلندي ڪوڙ ڪنٻوڙي، ساعت ساعت سمجهہ سوير.

گس نہ گوهي، پُل نہ پورا، سو سو سو سو سَٺُ سمايو،
ڪُو ڪُو ڪُو ڪنڌ ڪپايو، پُو پُو پُو پُو پاڳ نہ پايو،
درد ڏٻائي ساهہ مُنجهائي، جانب منهنجي قول نہ ڦير.

***

فردن فردن فرق آ فرقي،
فرقي فوقيت قرآن ۾ ناهي.
اوچو انسانيت مقام آ ماڻهو،
طور طريقو حيوان ۾ ناهي.
هر حماقت معافي مولا،
اذيت معافي انسان ۾ ناهي.
هي حياتي چار چڱايون،
نفرت فطرت بيان ۾ ناهي.
رت وهائي روڳ تو پالين،
جذبو جادو نادان ۾ ناهي.
فوري فطرت ماڳَ متائين،
مندون موڙڻ گمان ۾ ناهي.
پُليل تون تو پاڳَ تي پاڙين،
پاڳ پنواتيون سامان ۾ ناهي.
اوچو تون اڏرين تو اُڏرن،
قهر ۽ قاتل شمشان ۾ ناهي.
متيءَ ماپيل منزل تنهنجي،
اوقات اڪيلي مڪان ۾ ناهي.
هر هر تنهنجا هوڏ تا هِرڪن،

ساميءَ سمهندڙ آسان ۾ ناهي.

گهمندي ڦرندي ڪيئي ڪَهاڙين،
منڪر نڪير سنسان ۾ ناهي.

ڪار ڪمايل ڪم نہ ايندي،
خيال خرابي ايمان ۾ ناهي.

محبت تنهنجو ملهہ تي ماپي،
پيار پڪارون پيمان ۾ ناهي.

ڪرندي مرندي ڪير نہ پڇنديءَ،
حيثيت حيلا مرجان ۾ ناهي.

”امر“ اجايو وقت وڃايئي،
محبت مروت بيمان ۾ ناهي.

***

داءَ دلالي جڳ کي جوکو، مردن وارو مان تہ ناهي،
ووٽ وڪامين در در دوکو، شاهت اهو شان تہ ناهي.
اندر تو انسان تہ ناهي.

پَٽِ پيڙهين سڄڻ تون ساٿي، لُٽيل لوڪ تو سک سمايو،
خالي جهولين ٽنندڙ ٽولين، لُچي، لَڦنگي هٿ ڪپايو،
ويلا ويهندڙ پينون پنندڙ، ننگي انگ کي لڄ لڪايو،
وڏڙن واري وات وساري، سوچ سليقا نادان تہ ناهي.
اندر تو انسان تہ ناهي.

تنهنجي در تي ڏم ڏم ڏُومون، آڙي پاڙي اوچا اُلڪا،
سک سمايل محفل مُرڪون، پيڙ ۾ پَڄندڙ سوچون سُڏڪا،
طعام تنهنجي ۾ تتر ٽُڙڳُن، هاريءَ ناريءَ جيون جهٽڪا،
مذهب موڙي فرض وساري، دل تي ڏڙڪي حيوان تہ ناهي،
اندر تو انسان تہ ناهي.

تو وٽ پورهيت غليظ غلامي، ساهہ اُڏارو اُڏمن ڳاريو،
سائين سائين پنڌ پنڌ پيرا، ويچارو ويساهہ ۾ ماريو،
رويي تنهنجي رَجهي پل پل، جُونا هن تا جام ڪارايو،
پاپن ڪهڙن"امر"اچاري، ٻوڙي رڳ رڳ، بي جان تہ ناهي،
اندر تو انسان تہ ناهي.

***

فرقي فوقيت، ڦورو نہ ڦورو، اول انسانيت راهہ رسائي،
دين ڌرم تي ڏوڪو در در، قول قيامت سک سجائي،
ڏن نہ دولت پار پڄائي.

آدم ٻچڙو، ڪچو ڪچڙو، ڪرندي ڪوئي جند نہ جوڙي،
سڀ سگهارن بينل پوءِ آ، طاقت طبيعت منهن نہ موڙي،
ڪتي ڪشالا ڪڙڪي قدرت، رت رڱن ۾ دنيا ٻوڙي،
ٻندي ٻهڪائي نفرت گهر گهر، لک لٽائي ڪجهہ نہ ڪمائي،
ڏن نہ دولت پار پڄائي.

فڪر فرعوني خوب خرابي، شوق شيطاني سمجهہ نہ ساعت،
موت مارائي ڪَنڌَ ڪپائي، حل حيواني، روز نہ راحت،
شاهي شاهت ڏانءُ بہ ڏنگهي، جوت جواني چاهہ نہ چاهت،
هُل هنگامو هيبت هر هر، موت ملايو نيٺ نوائي،
ڏن نہ دولت پار پڄائي.

پيار جي پوڄا پريت نہ چڏجي، هي حياتي شبنم قطرو،
ماڻهوءَ مرڪي ريت ڪي اڏجي، ڪنڌ ڪهاڻي خوف ۽ خطرو
انسانيت ڪي اوڙهيو انگ انگ، جذبا جاني جيسين سٽڙو،
”امر“ ايامي ڇاتي ٽر ٽر، ابد ازل کان موت مجائي،
ڏن نہ دولت پار پڄائي.

***

چوندا تہ چوندون، نھڪي ناھيو، وقت سلام،
نانيءَ، نياڻي، ڀائوءَ، بابي، ورچ ورھايون تَڪَ تمام،
نئون نياپو نئون نظام.

غريب غربي دم دٻايو، سائي سنھنجي ڪنڌ نوايو،
مزدور موچي آس تپايو، خلاف ڪلنڌڙ سَپ ٻڌايو،
آفسر ڪي اوطاق گھرائي ڪوڙ ڪارايو سنھنجو سمجھايو،
يارن پيارن سڀ سگھارن، محفل مچايو ٽڪرايو جام،
نئون نياپو نئون نظام.

ماستر ڊاڪٽر داٻا دلدل، ڊيوٽي ھٽندڙ ڏؤ ۾ ڊاپيو،
عذر خواھيون ڪوڙ ڪٿايون، پرائي پنھنجي پيار الاپيو،
جاچيو جڳ ۾ جڙتو جھونا، ڏن ڏڪيءَ ڪي ڏوڪڙ ماپيو،
يوسي، تعلقي لوفر تاڙيو، ھُل ھُلايو مخالف بدنام،
نئون نياپو نئون نظام.

ڏينھن اليڪشن پريو بندوقون، پولنگ پولنگ پھرا پاپي،
ڳنندڙ ڪوڙيو بارود پوريو، نپا نوڪيو بئلٽ باقي،
جڄن جھونن جُھڪي جھانڪيو، جيت اسان جي ھر ھنڌ لاٽي،
ووٽ ڳٽايو ڦِريل ڦاڙايو، نچو ڪُڏو ڪيچ ڪلام،
نئون نياپو نئون نظام.

ھاڻي پنھنجا ناٺ نڳين جا، جيل پريو جيالن جا جانچي،
ڪَٿَ ڪٿوتي ڪوتا ڪنھن ڪي سيل سنڀاليو ڊنگ سان ڊانچي،
لُنگيون اجرڪ اوڙھيو افسر، لوفر ليڪيو خرچيءَ ڪانچي،
ڏن دٻائي ڪروڙ ڪمايو، سيان جو سورج غيب غلام،
نئون نياپو نئون نظام.

وينو واڙين وک وک واٽن، ڏشمن چو نہ ڌڪارين ٿو،
ماءُ مٽيءَ ڏانهن ڪوڙ ڪجن ٽيون، ميريءَ مند چو نہ مارين ٿو،
سانگين چو نہ سُڌارين ٿو.

تنهنجا جهانگي جڳ جڳ جڪڙيل، سانوڻ وينا سُٽڪن سٽڪن،
ننگي انگ سان لچ لنگوٽي، ڪارڻ پورن پُجن پُٽڪن،
بارش پوري پاٽي بوڙي، سياري پاري اٽڪن اُلڪن،
اوچي تو آ ذات ايڏي، ڳجهن چو نہ پوءِ ڳارين ٿو،
سانگين چو نہ سُڌارين ٿو.

تڙ تڪن هو تاڙو تِڪ سان، هيسائي هُن هاريو هر هر،
نديڙن بچڙن بِک بُهاريا، گُهوري هُن آ، گهايو گهر گهر،
بک بيماري، ڪامڻ ڪڙڪي، تڪي توري تاڙيو ڦر ڦر،
مَهانڻ مجتا منزل ماٺيءَ، ويرين چو نہ ويچارين ٿو،
سانگين چو نہ سُڌارين ٿو.

ايوانن تون گونگو بوڙو، محفل مُرڪين تڪڙو تاڙين،
حُسنُ پريءَ تو هر هر ڦيرا، وجهہ وني تو وک وک واڙين،
خدشا خوابن شوق شڪاري، پنهنجي ننگن اکيون ڦاڙين،
واهہ واهہ تنهنجي وقت سلامي بوٺو چو نہ ڪو بارين ٿو،
سانگين چو نہ سُڌارين ٿو.

***

اٽڪين ٿو اڻ ڄاڻ انديشن، ڪڪرن سان ٿو ڪنڌ ڳسائين،
وقت وڇوٽيون ڇيري ڦاڙي، واڪ ڏيئي ٿو وڪ وڌائين،
اڪ نہ انسانيت جي اپنائين.

جلوا جوهر جام رکين ٿو، سڄ ڏيئي ٿو سوڀ کي آٿين،
ڏونگر ڏاري کوڙ اکاڙي، جهٽڪ ڏيئي ٿو سينو تاڻين،
توڙ تڪليفن ٿُرت رکيو آ، اوچا اُلڪا عام آڪاٿين،
ڏنگهہ ڏکن کي ماري ساڙي، سک سنديسو پريت پچائين.
اڪ نہ انسانيت جي اپنائين.

جدول تنهنجي جادوءَ جرڪي، مُرڪ لٽي ٿو منزل ماڻين،
پيٽ پرائي رت نپوڙي، هيبت جا هٿيار تو تاڻين،
ٻچڙي بک هوءِ ياءَ وڪامي، تو لاءِ آتت اکين جا راٿي،
ٽنگ نچوڙي توڙي موڙي ، چن چن جي چنڪار چڪائين،
اڪ نہ انسانيت جي اپنائين.

روپ تنهنجي ۾ رونق رولو، غربت جو تو کهڙو ڪاتو،
پيٽ بکئيءَ جي پريت نہ پرکئي، محبت جو توملهہ آ لاتو،
جهٽ پٽ جهوري جند جلائين، هيڪر هو جي جار ۾ ڦاتو،
راڳا رشتن، رَڃ کندوڙي، "امر" دعائن داءَ لڳائين،
اڪ نہ انسانيت جي اپنائين.

***

ٻڌي ٻڌي ڳچ پيا ڳايو، جيءَ جياپو جهولو ناهي،
نعرن سان تا نيت ڇڄايو، ٽرٽ تبديلي تولو ناهي،
سک سڌارو سولو ناهي.

سامهون سورهيه، وچ وڪاميل، هيبت جا تا هُل هلايو،
بابت بيانن بهادر پيپڪيون، دودي جا تا داءَ لڳايو،
ماپيل تنهنجي منزل مونکي، راهه ۾ رولي جند ڇڏايو،
ماپي موقعو مند مٽايو، قوم جو ڪاٽو ٽولو ناهي.
سک سڌارو سولو ناهي.

وات تنهيءَ ۾ واڳ لڳن تا، تنهنجيءَ ٽوليون اوچيون ٻوليون،
رهبر جي تون رمز نہ ڄاڻين، ڌُتڙيل ڏس تون ڇلنڊڙ ڇوليون،
پر پَروڪا وچن وساري، نئي نياپي، جهليون جهوليون،
قدر تو کهڙو لک لٽايو، ماڻهو آ هيءُ پولو ناهي،
سک سڌارو سولو ناهي.

ويچارن جي وچ ۾ ويهي، جيءَ جياپيءَ ڏاري ڏس تون،
انگ تي اگڙيون، پٽون پيرن، سيءَ اونهاري ساري ڏس تون،
لُڏڙن تڙگن بالڪ بيچاري، تنهڻ اُس ۾ گهاري ڏس تون،
تڏين مشينن تاڪ جمايو، قرباني ڪو ڇولو ناهي.
سک سڌارو سولو ناهي.

***

# ٿر جي ٿوهر تاءُ پڇي ڏس

ٿڌي ٿتل جيان تيز تپي ٿي، ٿر جي ٿوهر تاءُ پڇي ڏس
پٿن پاڙي سلڙن ساڙي، اونداهين اتڪاءُ اچي ڏس
ٿر جي ٿوهر تاءُ پڇي ڏس!

پار پٽن ۾ تڙ لاءِ تاڙن، وک وک وينا وجهه واجهائن،
ڪوهه ٻه ڪوٽن ملندي ڪلندي، مينديءَ ٻهڙا هٿ ٻاجهائن،
ڪپر ڪيڙي، واسنگين ويڙهي، آڏارن انبار اڏائن
يت نه پلوڙي،ڪکن ڪوڙي، جهوپن جهريل لڪاءُ پڇي ڏس!
ٿر جي ٿوهر تاءُ پڇي ڏس!

ڦونري چاڙهن ڏت ڏهاڙي، مرڪي موٽن مند موچاري،
ٻاجهر ٻُرڪي ڪنڊ ڪنڊوڙون، ڏاچين ڏهندي باغ بهاري،
چاندوڪين ۾ چاهه ڪي چڪندي، ياڳ ٿي پائني پونءِ پلاري،
ڏن نه دولت،مال نه ملڪيت، توڪل تريل تلاءُ پڇي ڏس!
ٿر جي ٿوهر تاءُ پڇي ڏس!

جڏهن ٻه ڪارا بادل برسن، ڪنوار جيان ٿي سونهن ۾ سرڪي،
پاٽي پلٽي تکو تراين، ساوڪ سلڙا جڳ مڳ جرڪي،
موج ۾ مرڪن مارون منڙا، ڳيچ پيا ڳائن هانءُ پيو هرڪي،
پوءِ پرينءَ کي پلوءَ ۾ پائي، وهاڻن ورلاءُ پڇي ڏس!
ٿر جي ٿوهر تاءُ پڇي ڏس!

***

ساهہ سُڪي ٿو، جيءُ جليءُ ٿو، ماٺهو ماري هي اجائي،
ٽانڊا رکندي ٿهڪ ڏيئي، مروڙي ماري مسڪين مولائي،
واهہ واهہ تنهنجي هيءُ خدائي.

ايرا سيرا عيب اسان جا، پالڪ پوکي پاڻ ٿا پاليون،
چانور چاڙهيو چيٽ ڪتيءُ ۾، لُچي لوچي پريون ٽاليون،
ڪامڻ ڪاري ماري ڳاري، پوءِ بہ پنهنجيون اکيون نہ آليون،
ٻَر لُٽي سڀ گهر لٽي سڀ، پاڙي اوڙي وڪ وڌائي،
واهہ واهہ تنهنجي هيءُ خدائي.

رنگ رنگيلا شوق شڪاري، نوچي نوچي ننگ ستايو،
ڏوڪڙ تي ٿو ڏانءُ پڌائي، ونين ٻنين ساهہ سڪايو،
شيطانن جو شرف آ هُن کي، موڙي توڙي لِڪَ لڪايو،
مولا هن موج ڏني تو، اوج ڏني تو، تنهنجي آهي هي پلائي،
واهہ واهہ تنهنجي هيءُ خدائي.

ڳهمدي گهاڙيو ساهن ساڙيو، ڏتڙيل ڏکيءَ کي،
وچ بازار ۾ وکون کٽندي،چيريوڦاڙيو پيٽ ٻکيءَ کي،
سائي ٻائي سوين سلاميون، وچ ويهاريو ساهه سکئي کي،
تير تکو واتن کي واڙي، جهنگ جهتي تنهنجو شيدائي،
واهه واهه تنهنجي هيءَ خدائي.

جڳ جڳائي جهڪ هٽي تو، ايري غيري انگ انگڙايون،
پيڪي پوري پنل پورا، غريب غربي لتڙ لڙائيون،
جهومي جرڪي جانا هٽندي، پاڳ ٿو پائني ڪري ٻجڙائيون،
”امر“ اها ئي رمز نه جاڻي،ڪن فيڪون جي سمجهه نه آئي.
واهه واهه تنهنجي هيءَ خدائي.

***

رات منهنجي رازن ۾ تو سپنن کي سينگاريو آ،
پرچي پيار پڪاريو آ ، جرڪي جوت جياريو آ.
برکي باک ڦٽيءَ جو ڀڙڪي چاهت کي چونگاريو آ،
نيڻن تولاءِ نهاريو آ ساهن توکي ساريو آ،

اک پوٽ ۾ اکڙيون آليون ٿيون، سوري سور سوالي ٿيون،
کي راز ڪٽين کي ساز ڪٽين، حال منهنجي جو حوالي ٿيون،
سوين سک سنديسا ساري، انگ انگ آچ اچاريو آ،
ساهن توکي ساريو آ.

هو وقت وڇوڙيون ياد تہ ڪر، ماضيءَ وسريل آباد تہ ڪر،
هو چاهت چمڪا ڪنوڻ جيان، جهومي دل دلشاد تہ ڪر،
ننڊ نشيلي نيڻن ۾، سوالن ڪهڙن ڪهڙن ۾، تو لبڙن کي للڪاريو آ،
ساهن توکي ساريو آ.

”امر“ اڪيلوائڪي اونداهين، ساهہ ۾ سرڪي ڪُرڪي ڪُرڪي،
تو وٽ منهنجي رات رکي آ. مند موتائي ڏي تو مرڪي،
گلڙن ڳاڙهن ڪارن وارن، خوشين خوب ڪيڪاريو آ،
ساهن توکي ساريو آ.

***

وري دل آ ڏڙڪيو، وري دل دلاسا،
وري پريت پرتي، وري پيار پاسا.

وساري ڇڏيوسين، گذاري ڇڏيوسين،
پل پل جون يادون ٻهاري ڇڏيونسين،
وري سوچ سپنا، وري وڄ وراڪا.

صدين جون صدائون، مساري ڇڏيون جي،
نهاري نهاري ڏتاري ڇڏيون جي،
وري ڳل ڳراٽيون، وري ساٿ ساڳا.

اڪيلا اڪيلا، مرندي مئاسين،
پلي پور پورب، پلندي پلياسين،
وري سُر آ سرجيو، وري پريت پاڇا.

جهليوسين پليوسين رتن ۾ رليوسين،
در در تي ڏوڪا رلندي رنوسين،
وري موج مستيون، وري ورد واڇا.

جواني لٽائي، جيون جلايو،
مهڻن ۾ مرڪي، موجن منجهايون،
وري سک سيوئي وري "امر" آتا.

***

ننگ اگهاڙي انگ اگهاڙي،
رلندڙ روئندڙ ڪنهن جي ڄائي.
گهايل گهايل قسمت ماري،
جهريل جهوپا منهن موچاري،
رلندڙ روئندڙ ڪنهن جي ڄائي.
سات نہ سپنا وقت ويچاري،
جوين جواني گهائن گهاري،
رلندڙ روئندڙ ڪنهن جي ڄائي.
ياءُ نہ يائني پريت پڄاري،
جذبن جوکو سورن ساري،
رلندڙ روئندڙ ڪنهن جي ڄائي.
دردن دلدل ڌرتيءَ ڌڪاري،
واجھ وجهي تي هيئڙي هاري،
”امر“ انهيءَ تي جند آ واري.

***

# مون سان چونہ ملين ٿي

ڪليو ڪليو ڪلي پوين،
ٽڙيو ٽڙيو ٿي ٽڙي پوين،
تون ڪھڙي تات ۾ تڙپين ٿو،
جذبا تو سان جان بہ توسان،
پيرو چو نہ تون پلين ٿي،
مون سان چو نہ تون ملين ٿي.

لڳ لاڳاپا، دل دلاسا،
ناھ نھن ٿا آسا پاسا،
مرڪي مرڪي ليئڙا پائي،
هيئڙي چو نہ تون هلين ٿي،
پيرو چو نہ تون پلين ٿي.

وچن ۽ وعدن قيد ڪيو آ،
سڏڪڻ سٽڪن چيد ڪيو آ،
لڇي لڇي هئي لونءَ لڳائي،
پيار جي پارت توکي سائين،
مند بہ ماندي روح رلائي،
پل پل تنھنجي ياد ستائي،
جادوگرين چو نہ جهلين ٿي.

***

# اجا ياد آهن

چاهت چلولايون اکڙين ادائون، اجان ياد آهن،
گهٽيون گهرايون فريبي فضائون،اجان ياد آهن.

وعدا وفا جا دلاسا دلين جا،
شبنمي شامون روح رقاصائون، اجان ياد آهن.

چمر چمر جون چوليون، اندر ۾ جي اوتيون،
شرارتون شرميليون، سڪيون صدائون، اجان ياد آهن.

ساهن جا سڏڪا هٽڙا هٿن ۾،
جلوا جسمر جا، وقتن وفائون، اجان ياد آهن.

هو موجون، هو مستيون، هو چپڙن تي چپ،
"امر" آزمايون، هو چاهت ۽ چاهون،اجان ياد آهن.

***

هن مونکا پڇيو منهنجو محبوب ڪير آهي.
مون وراڻيو، گھنگھور گھٽائڻ کان پڇي ڏس!

هن وراڻيو ساونڻ جي راتين ۾ تہ ناهي لڪيل،
مون وراڻيو پنهنجي ادائن کان پڇي ڏس!

تو چيو ادائن جي ارڏاين جي تہ اڪ ٻوٽ آهي.
مون چيو اکڙين جي چلولاين کان پڇي ڏس!

تو وراڻيو نيڻن جا تہ نينهن ئي نرالا آهن.
مون ورجايو محبت جي ماڻن کان پڇي ڏس!

تو چيو ۽ ادائن جو تہ ديس ئي اڻانگو آهي،
مون وراڻيو وڪريل وارن جي گھٽائن کان پڇي ڏس!

***

# دهشتگرد

لَٽيائي پَٽيائي، جهڙپ ڏيئي جَهٽيائي انن جا انبار،
توتي مڙيوئي ميار، تون تہ ڌرتيءَ تي بار.

ٻُڪن جي بهاني نوڙت نشاني، تون بد ذوق ياڙيو،
اسان جي سَلن کي ۽ ڳاڙهن ڳلن کي تو سرجڻ ۾ ساڙيو،
ٻڪين کي ڀلائي، رتن ۾ رُلائي تو تترن کي تاڙيو،
ڪري پيل پونگين، گندري ۽ گندين تو جهوپن کي جهاڙيو،
وساري وچن کي ۽ روپن رنگن کي تو لڙڪ ڪين لاڙيو،
وطن کي چمن کي، چپن کي، چمين کي، تو ويري تي واڙيو،
محبتن ۽ ماٽن ۾، ڏکي ڏکيائي، پيارن جا پيار،
توتي مڙيوئي ميار، تون تہ ڌرتيءَ تي بار.

ٻانهون ٻٽيون ڪيئي، جوانين جُنيون ڪيئي، ڪيئي ڪيس ڪارا،
راتيون لُٽيون تو چتيون چڳيون تو، ٻَڪن کي ٻهارا
تو راحت ۾ رؤليون،اسان جون پروليون، سي نغما ۽ نعرا
ميندي متائي، سڳين کي ستائي پوءِ گهوٽن کي گهارا،
لوڙهن لٽن ۾، پتڪڙن هٽن ۾، ساڙيا سي سهارا،
چوليون چڳئي سي، لوليون لٽيئي سي، پوءِ مارن تي مارا،
تڪي سي گهٽائون، اسان جون ادائون، تو تاڪو تڪيارا،
لوين لَجن کي، اڪڙين اجيين کي، تڪيا تو توا ۽ تهوار،
توتي مڙيوئي ميار، تون تہ ڌرتيءَ تي بار.

تو پيڪي تي پڙڪيو، تو ڪاجن ۾ ڪڙڪيو، تو ڪهڙا ترانا،
تو ويرين ۾ ويهي، اسان کي تي تاڙيو، ماريو ڪري ڪيئي بهانا،
ڳٽي ڳوٺ ساڙيئي، وتاڻن کي وڙايئي، تو نوچيا نشانا،
تو ڳانن کي توڙيو، تو سانهن کي موڙيو، تنهنجا سپنا سُهانا،
اسان جي ونين تي، ۽ بانهن ٻنين تي، ڪيئي ظلم زمانا،
ٻچي سڀ پلائون، ڌارين صلاحون، تون مڪريل مڪار،
توتي مڙيوئي ميار تون نہ ڌرتيءَ تي بار.

اوٺ ۾ چوتون ڏيئي، پُٺ پيرا ڪٽي، تو وار ڪيا،
رت وهائي راهہ ۾، جُنيون ڪري، اڻ ڏنا اقرار ڪيا،
ننگن نوچي سوچي لوچي، تو ونين جا ونهوار ڪيا،
گاهہ لتاڙي، ٻُهہ ساڙي، ٻڪن جا بازار ڪيا،
تو ڏينهن ڏهاڙي، ڪيئي مال تاڙي، الجهائي آزار ڪيا،
ڏاند بہ چوڙي، تون واهہ توڙي، سچا سنسار ڪيا،
گنديءَ داڻا پاؤ پچاڻا، تو لوٽڪن جا لار ڪيا،
سياڻن جون سچايون، پوڙهن پڪايون ، قهرَ وارا وار ڪيا،
اڻ ٿڻ انوکي، ڳالهہ تو اوکي، تو مارو بيزار ڪيا،
پاپ پاڙيئي، وات بہ ڦاڙيئي، ڪوڙو، تون ڪُفار
توتي مڙيوئي ميار، تون نہ ڌرتيءَ تي بار.

جڳ کي جلائي، جهڪَ هٽي، نهڪي نِڪاٽي ناهه ڪيو،
ڪَل ڪندورڙي، ماس روڙي، تو مال چوڙي ڪاهه ڪيو،
جهرڪيون جهٽي، آڙيون، ڪٽي، تو رت ولوڙي راهه ڪيو،
واڳن ورائي، نانگن ستائي، تو زخمي اسان جو چاهه ڪيو،
ليڙون لَتا ڪري، چيڙهون ڪٽا ڪري، تو ويچارو ويساهه ڪيو،
سک سُلهاڙي، ڳوڙها ڳاڙي، تو ويرين کي آگاهه ڪيو،
جهوتن ۾ جهنجهوڙي سڪوڙي ۽ بوڙي سڪٽو اسان جو ساهه ڪيو،
درياءَ دٻائي، پاٽي سڪائي "امر" چوي تون ڌرتيءَ تي آزار،
توتي مڙيوئي ميار، تون تہ ڌرتيءَ تي بار.

***

اڪيلو اجايو تو، وهمن کي واڙين،
اندر الڪو اڪڙين، رواجن ۾ راڙين.

ڪري هيل حيلا، ستايئي سڪن کي،
عنبر عيد آتو، وساريئي وچن کي.
آرسي اڪيلو، چميائي چپن کي،
ڪري منهن وهائي، رئا ريئي رنگن کي.
باهر ٻڙڪ ٻئي سان، تو ساهن کي ساڙين،
اڪيلو اجايو تو وهمن کي واڙين.

ٻهاري ٻَکن کي، تو مرڪن کي ماريو،
چپن کي، چمين کي، خيالن ۾ ڪاريو،
اجايل اجين کي، نڪورو نهاريو،
سمائي سليقن، پرين کي پڪاريو،
دکيءَ دل دلاسا، تو لڙڪن لتاڙين.
اڪيلو اجايو تو، وهمن کي واڙين.

چيو مون تہ چاهت نہ چرچو ڪري ڏس،
هلي آ هجتين نري دل پري ڏس،
وڪوڙي وري ياد، ٻري دل پري ڏس،
وڇوڙي ويچاري، ڳنڍيل دل ڳري ڏس،
ميارون مياورن، "امر" تو اجاڙين،
اجايو اجايو تو، وهمن کي واڙين.

***

لبڙن جا للڪار ڏس،
اڪثرين جا اظهار ڏس،
ڪجل ڪريو ٺئي ڪنڌ تي،
سونهن پريا سنسار ڏس!

ڪارن قرب جا ڪَر ڪنيا،
واليون وڳيون واڄٽ ڪري،
ساوڻ سٽڪيو سڪ ۾،
منظر نگاري مار! ڏس.

ڇُلڪي ڇُليو ڇلپا ڏيئي،
پيار پنهنجو پريت ۾،
وقت وريو واڪا ڪري،
قرب جا ڪنڌار ڏس.

تو وٽ اسان جون چار راتيون
چنڊ ٻه چانڊاڻ ٻه،
محبت ملهايون سپ پناهون،
هر هر جي هو هاڪار ڏس.

"امر" انهيءَ جي اوت آڙي،
واڙيو وفا کي وات ۾،
انگ انگڙايون، سپ سٽايون،
هاءِ جانان آذار ڏس.

***

# مسافر

ڏات مسافر رات مسافر، منزل موقعو مات مسافر،
سڏکن ساعت روحن راحت، پرهه ڦٽي پرڀات مسافر.

رشتا ناتا پل پل آتا، ڪنهن پل پياري ڪين سجاتا،
جهولين جهليو پل پل پليو، ڪنهن پل روپ نہ رشتي جاتا،
پريت پروليون چلندڙ چوليون، اندر جي اوقات مسافر،

وک وک واٽن يادون واڙن، ڪنهن پل سيئي ترچو تاڙن،
چاهہ بہ قربان ساهہ قربان، ڪنهن پل پويان پير اُکاڙن،
وقت وڇوٽيون کلندي ڪوٺيون، سورن جي سوغات مسافر.

نينهن نيائين، چاهت چاهين، ساٿ سڪن جا سڏ سدائين،
پرجي پاڙيئي در در دانهين، ڏينهن ڏکن جا مند مٽائين،
دنيا داري، ڪار گذاري ذري ذري جي ذات مسافر.

اِنا الله وانا اليه راجعون حق حقيقت سمجهہ تون سائين،
ڳيرو ڳرندڙ، مرڪي مرندڙ، طور طريقيت ياڳ نہ پائين،
مجتا، ماني همت ۽ هاني وهندڙ ڌارا وات مسافر.

ڏکيءَ دل ۾ ڏڙڪن ڏنا ريو نہ توکي،
پرين پلبو پلڪن وساريو نہ توکي.

لُڇي روز لوڙيان رئان رت وهائن،
تڇي روز توڙيان، قسم قيد مائن،
مگر پيار پوڄا پڪاريو نہ توکي.

ستايو آ يادن، سڄي رات ساريان،
پڇائي پڇائي، هنجون روز هاريان،
مگر هار هڪڙي، آ هاريو نہ توکي.

سکي روز سانوڻ، سُرن سُر وڄايا،
نِهاري نِهاري، ستارا سڄايا،
"امر" آهہ اوکي، اچاريو نہ توکي.

***

## ڏاڙيل

منهنجي من جو مياري
ڏوهاري تون ڏوهاري

اسان جي اکين کي تو تاکو ٿي تاڙيو،
جهٽ پٽ جهٽڪ جوکو، جيءَ جهاڙيو.
لتاڙيندي لوڙها، وسندين وکوڙيو،
گهلي گهٽين ۾ تو لاشن کي ساڙيو،
جوڌن جوانن، جهکيو کين جهٽڪي،
وٺي وات ويٺي، وڏو وات ڦاڙيو،
ڳاڙهي وڳي ۾ هوءَ ميندي جو مُرڪي،
ڪاڃن، ڪلائن، وهائن کي واڙيو،
جڏهن جڳ جرڪيو، من من ٿي مُرڪيو،
سٺي سوُ سنديسا، نڪتين تون پاڙيو،
سکئي ساهه سانگين، منجهائي تو مرکيو،
جُهڳين گهر جلائي، تو لُڙڪ کين لاڙيو،
وڏيئي وير ويني، ويڳاڻين ونين سان،
دوکي سان در در، تو لنگهه لنگهه لتاڙيو،

کهڙي تو مون دلداري
ڏوهاري تون ڏوهاري

وفا جون جفا جون، پناهون پُڇيون تو،
گهٽائن کي گهوري، وفائون، وڌيون تو،
کچي کچ کاڇو، بچيئي سپ بلائون،
صدائن کي صدما، صلاحون سٽيون تو،

بر ترم ۾ پيڪي، ڪتن وانگي ڪڙڪي،
ادائون، انائون، ڪلائون، ڪتيون تو،
سارين ڪي ساڙي، لوسڻ لتاڙي تو برسيم پيليو،
ويڳاڻن ويچارن جون، لوليون لٽيون تو،
هو محفل، هو معرڪا، اوطاقن جا اونچا،
دڳ دڳ تي ڏاڙو، چانونيون، چٽيون تو،

وڪ وڪ آهي بي اعتباري،
ڏوهاري تون ڏوهاري.

وسيلن تي وڪ ٽيو والي وتين تو،
ماپي مٽي سڀ، ٻڪن ڪي ٻچين تو،
اڏي شهر ارڏا، تو مارن ڪي مارين،
تڪي تر ترچا، ننگن تي نچين تو،
تون سهنجو سڪون سان آ وسندين جو والي.
جهيڙن جهٽن ۾، جهانگيهن جهٽين تو،
تو لوڪن ڪي لوڙهيو، ٻنين ڪي ٻه ٻوڙيو،
ويچارن تي ويري، لوڙهن لُٽين تو،
اسان جي حقن تي آ، دم دم تو ڏاڙو،
عياشون انوکيون، تو پل پل پسين تو.
نڪو ماڳ محبت، نه الڪو اڪين ٽئي،
ڪائين سٽي ساوا، چگا تون چڪين تو،
پيجي بصر پوري، ڪن پوجا تا پٽين،
طرحين طعام تو وٺ، نه لوڪن لُچين تو،
مُئا! مرض ماريا، هو قرضن ۾ ڳاريا،
بچيو چا هي بيوس، تون چا چا ڪچين تو.

کھڙي توسان آ ياري
ڏوهاري تون ڏوهاري.

دنگو درسگاهن، علم سڀ اجايا،
ڪتب خانا ڪُندن، ڪلاشن سجايا،
تو بارود پريو، اسان جي ادارن،
ٽولن کي ٽوڙي، ويهي وچ وڙاهيا،
جوانن کي جهولين، ڪيو گڏ گولين،
منزل منجهائي، پهچن رَت وهايا،
قلم ڪات ڪڙڪيو، ڪٽيئي ڪنڌ ڪيئي،
سهارا سهائي، پيٽن ياءَ گهايا،
ٽٽا خواب ڪلندي، اميدون اجايون،
وجائي وسيلن، پيئن پُٽ وڃايا،
مائن دعائون، هو افسر ٿي ايندو.
بنا ميندي هٿڙن، مائن لاش آيا،

”امر“ دل تو آزاري
ڏوهاري تون ڏوهاري.

***

# وقت سلامي يار نہ دولت

قڏ، قدامت، قڏر ڪجي ٿو، هر هنڌ ڏس هيڪار آ دولت،
وِتِ، وسيلا وسيت وڪامي در در ڏس دلدار آ دولت،
وقت سلامي يار نہ دولت.

پَتِ پرائي سَتُ سمائي، ڪوڙ ڪپايو راهہ وسائي پاڻ مجائي،
مشڪل موڙي بڪ نہ لوڙي، مرض مِٽايو، سک سمائي،
همت ۽ حيلا، رنگ رنگيلا، واليءَ وٽ وسڪار آ دولت،
وقت سلامي يار نہ دولت.

ساهہ وڪامي چاهہ وڪامي، چاري چرندڙ سوَ سلاميون،
ناٺ نڳيءَ ۾ ناهہ وڪامي، ناريءَ نچندڙ غم غلاميون،
ڳاڙها پيلا، گرو چيلا، مندن ڏس مهڪار آ دولت،
وقت سلامي يار نہ دولت.

مسجد مندر ڪيتن ڪوڙي، مذهب ملاوت، تاڪو تاڙي،
ڍؤ نہ ڍاپي، وک وک ماپي، هلندي گهمندي ساهن ساڙي،
ويهي نہ ويلا، نخرا نشيلا، اُيو اڏامي، آزار آ دولت،
وقت سلامي يار نہ دولت.

دنيا فاني ڦرڪو ڦرندي دير نہ لڳنديءَ ڪنديءَ ڪرندي،
ٻُلبل ياڙي يوءَ نہ پرڻ جو، اج نہ سياڻي نيٺ تہ مرندي،
”امر“ اُڇائي ڪَڪَ نہ تيلا، شبنم قطرو ڏارَ آ دولت.
وقت سلامي يار نہ دولت.

***

## وقت نہ عقل آئيي

جهونا تو جُهريون پيون، طاقت تِڪ وڃائيي،
ارڏا ارڏايون نيون، جانيون جوانيءَ گهائيي،
وقت نہ عقل آئيي.

رڳن روڙيو ماس تئي، ڪهڙي رهي آس تئي؟
پير سنَ پوڙهو تئي ڪوبہ نہ هاڻي پاس تئي،
سات نہ رهيئي سڪن جو، ڪوتا ڪوڙ ڪتائيي،
وقت نہ عقل آئيي.

رونقَ رنگُ نہ روشني، سات نہ رشتن سمايو،
هيٺا تنهنجا حال ٿيا، مُرڪن ماڳ مٽايو،
وڪ وڪ ويري وات ٿيو، دولت ۾ دم گُهٽائيي،
وقت نہ عقل آئيي.

سمجهہ نہ آئيي سڪن ۾، اِنَ الانسان لفي خسر،
قدر قيامت ڪل نہ ڪا، الله صمد امر،
اُجرو اندر "امر" رهيو، پولا پُل پلائيي،
وقت نہ عقل آئيي.

***

## ڪاري

ڏات ڏوهاري ڪات ڪهاڙي چاڙهيندو،
اومان! پاپيءَ پڇندس.
مرض نئون ڪو، گهاءُ نئون ڪو ڳاريندو،
اومان! ڪڙڪي ڪڇندس.
هر سات سيوئي، هو سپنا سپ ساڙيندو،
اومان! لڙڪي لڇندس.
جواني جي جيون کي زهر پيالو پياريندو.
اومان! پڙڪي بڇندس.
بابل ويري، دادل ويري، هنجون ڪوبہ نہ هاريندو
اومان! پوري پڄندس.
اڪ بہ نہ هنجي آلي ٿيندي، گهٽا ڏيئي گهاڙيندو
اومان! ننڍي نچندس.
هو بي ڪفن مون کي دفنائيندو،
هو ڪاري ڪري ماريندو،
اومان! وري ورندس.

برباد بهارن بهاني ڪيو، نينهن نياپا ڪنهن کي ڏيان،
ناشاد پرين مون نشاني ڪيو، ڏک ڏوراپا ڪنهن کي ڏيان،
وچن وراپا ڪنهن کي ڏيان.

روز وڇوڙي روئي رلايو، پل پل ستايو، جيءُ جلايو،
چاهت چريو مون آ زماني ڪيو، مرڪ ۾ ماپا ڪنهن کي ڏيان،
وچن وراپا ڪنهن کي ڏيان.

پلايون پلاري، پلي پور پوري، مروڙي نپوڙي،
حالت مون هئهڙو فساني ڪيو، جيءُ جياپا ڪنهن کي ڏيان،
وچن وراپا ڪنهن کي ڏيان.

اکڙين ۾ پرجي الا روز آندا، محبت ۾ ماندا،
تکو روز روئندي تراني ڪيو، اندر اُج اُپا ڪنهن کي ڏيان،
وچن وراپا ڪنهن کي ڏيان.

"امر"اج به آهي اميدن ۾ اُلجهيل سنواريل ۽ سلجهيل،
ڪمزور ڪنهن پل آ طعنو ڪيو، ڪلي روز ڪاپا ڪنهن،
وچن وراپا ڪنهن کي ڏيان.

***

تي هوائن چولين ڇلندڙ پيار پڪاريو،
مرڪي ملندڙ سنڌن سُرندڙ سارَ پڪاريو،
اکڙين جي آڌار پڪاريو.

چرڪي چرڪي نيڻن چڙڪيو ڪاجل ڪرندي،
ڊرڪي ڊرڪي ساهه ۾ سرڪيو چاهت چرندي،
روح نڪاڻن، سپنن ساڻن، هار پڪاريو،
اکڙين جي آڌار پڪاريو.

وچن، وهاڻن، جانب جهوري تڪي توري،
هنڙن، وارن ڳلن ڳاڙهن، سوري سوري،
سڪ، صدائن رڳ رڳ رلندڙ ڏار پڪاريو،
اکڙين جي آڌار پڪاريو.

سنوڻ، سليقا، سونهن سمايل ساهه ۾ سرجي،
ڪنڌ ڪرايل جفائن گهايل پل پلوڙي باهه ۾ پرجي،
جهٽڪ جفائن، سڏڪن، پٽڪن بار پڪاريو،
اکڙين جي آڌار پڪاريو.

آتت، اڻ تڻ آس اکين ۾، ”امر“ اجايل،
ڏک ڏوراپا عادت آتو، وچ وجايل،
وَسَ وتاڻن، محبت ماڻن يار پڪاريو،
اکڙين جي آڌار پڪاريو.

***

جيڏيون جيءَ جهري، هر پل هر گهڙي،
ويني واٽ ڏسان، گذري رات لڙي.
جانيءَ جند اڙي

لوڪن لڄ مران، سگهين سونهن بنا،
پڇندي پار وتان، رويو روز رڙي،
جانيءَ جند اڙي

ياڳن يوڳ ڪيا، چاهت چُور ڪيو،
سگهندي سمجهه سمهان، ساهن سور سڙي.
جانيءَ جند اڙي

مندن مات ڏيئي، لُڙڪي لنگهه لڪان،
ڦڙڪي اڪ اٿان، جوين جيءَ جڙي.
جانيءَ جند اڙي

***

هن ساعت کهڙي سمجهه رکان جڏهن دردن جي ديوار هئي،
لڄي لُڙکي لوڪ سنو، قهرن ڪنڌ قطار هئي،
گذري ائين ڄمار هئي.

ڄاڻي واڻي وينو واڙي، جهير ڏيئي ڪيئي جهوريائين،
اٿي لٿي، جهڙپ ۾ جهٽي، چير ڏيئي ڪُندن ڪوريائين،
پرائي پنهنجي پيٽ بکئي ڪي، لڄ لٿي تارازيءَ توريائين،
لڙڪن لارون قيد ڪَنو، بس ڪاريهر واري ڪار هئي.
گذري ائين ڄمار هئي.

غربت آهي غار ٻڌو سي، اندر اَنَ اونداهي اٽڪي،
عزت نفس ڪو عيب نه پائني، داڻي ڪارڻ دانهيڻ ڦٽڪي،
ويچارو آ وڪ وچڙيل، ٻُڃڙي بک لاءِ لالڻ لَٽڪي،
مُندَ ميارون محبت منو، آزارن اُلجهيل بيڪار هئي،
گذري ائين ڄمار هئي.

ساهه ڪان وانجهيل سوچ هئي، مهڻن ماريو موت مٿي.
ڇا جا سُر سُرڪن، ڳالهين ڳاريو جوتِ جٿي،
"امر" انهيءَ آ پيڙآ پيڙهيو، سوچن ساريو سج لٿي،
خود خدائي ڏيهه ڏنو ،بس دل دلاسن هٻڪار هئي،
گذري ائين ڄمار هئي.

***

بادل برسيو باغ بهاريون، اڇوڙي پينر ٻيچ کي ڳايون،
پکين پروکا پنڌ پڇايا، اڇوڙي آيل مچ مچايون،
هُل هُلايون ٻيچ کي ڳايون.

بوندون کرندي پونءِ پلوڙي، چليا ڇَنَ ۾، ماڳن موڙي،
پيرون پٽڙن کنبيون کيتن، اڇوڙي جيجل دونهين دکايون،
هُل هُلايون ٻيچ کي ڳايون.

ڳاڙها پيلا، گل گلابي، رات مسافر راحت راڳي،
ڇيليون چلپن پاٽي پتوڙن، اڇوڙي سانئڻ مند مٽايون،
هُل هلايون ٻيچ کي ڳايون.

گهر اگڻ جي گپَ گچڻ آ، ناهوکي هوءَ ناهہ تي نهکي،
نيڻ نشيلا هجتون حيلا، اڇوڙي سرتيون وجٽ وڄايون،
هُل هلايون ٻيچ کي ڳايون.

رات سڏيو مون سانوڻ ساري، ڏوراپن جي ڏيهہ ۾ پڄندي،
"امر"هن اکڙين کارين کجلين،محبت جا کي مينهن وسايون،
هل هلايون ٻيچ کي ڳايون.

***

مرڪن ماريو چانوڻ چمندي جيءَ ۾ جهاتيون،
رئندي رئندي رات گذاريان اکڙيون آتيون،
جيءَ ۾ جهاتيون تو پئي پاتيون.

زور زماني برھ بهاني سوچ سوالي ڪول خيالي،
جرڪي جهاڳيون وڪ وڏائي رمز ۾ راتيون،
جيءَ ۾ جهاتيون تو پئي پاتيون.

ماٺوءَ موقعو منزل ماري، سوچي لوچي سينڌ سنواري،
ڪڙهي ڪاتيون، برھ پنواتيون، لڙڪ ۾ لاتيون،
جيءَ ۾ جهاتيون تو پئي پاتيون.

پرچي پيارل پاڻ ڦرايو، نينهن نيايو،
پورل پاڪيون ڳل ڳراتيون، ماڻ ۾ ماتيون،
جيءَ ۾ جهاتيون تو پئي پاتيون.

"امر"نہ اڪيلو، الڪي الجهيل، سوين سياڻن پاڻ لڻايو،
نيڻ پڄاڻي ڪنڌ ڪهاڻي، ڦهاريءَ ڪاتيون،
جيءَ ۾ جهاتيون تو پئي پاتيون.

***

راتين روئندي رنگ رنگيو هو تو تہ ڏنو هو،
نينهن جي نسرڻ مرڪي مٺجڻ، سنوَڻ سُنو هو.
ڪنهن تہ ڪنو هو.

پيار پڪاريو پريت ۾ پرچي جرڪي جرڪي،
لڄي لچڪڻ سمهي سڏڪڻ، سور سَنوَ هو.
ڪنهن تہ ڪنو هو.

وندر واري، باغ بهاريون جهاتيون جيون،
هٿ هنيلي کهي ڪوريو، باهہ بنو هو.
ڪنهن تہ ڪنو هو.

منزل مُنيو واٽهڙو ويهي، قدرت ڪيهي،
جيءَ جياپو نينهن نياپو، مند منو هو.
ڪنهن تہ ڪنو هو.

هُج ۾ هيل بہ يادن ياريون، بارڻ باريون،
"امر" اجايل اڄ نہ باسي، چاهہ چنو هو.
ڪنهن تہ ڪنو هو.

***

اتکي اکڙين پاڻ ڦرائي، ڪير تو ڄاڻي،
چاهت چمڪي انگ اڙائي سينو تاڻي،
ڪير تو ڄاڻي.

راحت رنگ جو کهڙو رشتو روپ ڏنو آ،
مرجي منجي پنڌ پرائي، آنڌهيون آڻي،
ڪير تو ڄاڻي.

رشتا ناتا لوڙهي ٻوڙي، ٻيجل ٻولي،
سنجي ڪنجي وڪ وڌائي، محبت ماڻي،
ڪير تو ڄاڻي.

منزل موقعو، موتي، مالها سڌ سپين ڪي،
مرڪي مرڪي لڪ لڻائي، سڪ سياڻي،
ڪير تو ڄاڻي.

وت وسيلا ”امر“ اچاري ڪم الاهي،
لڙڪي لڻجي، ڪوٺ ڪڻائي، هينئر هاڻي،
ڪير تو ڄاڻي.

***

سينگاري تي سونهن پڇين،
لونءُ لڳائي لڇين پڇين،
واهه واهه سانئڻ

قلي نڪ ۾ چمڪندڙ چوڙيون،
سوجهري ويني ڪچين ڪتين،
واهه واهه سانئڻ.

گجرا وارن سرندي تارن،
رئون ڍڪي تي بڪين بچين
واهه واهه سانئڻ.

هٿ ريڪائن مهڪي ميندي،
ساوڻ ويني جهتين، پٽين
واهه واهه سانئڻ.

ڪارن وارن ڳلن ڳاڙهن،
سادن ويني سٽين ڪُتين.
واهه واهه سانئڻ.

***

اوچي تو اوقات انوکي، پڙکي پائين،
الا اڪڙين ذاتِ انوکي، لوڪ لڪائين،
گهايل گهائين.

ميرو تنهنجو منهن مهاندو، چڻ ڪو ساندو،
بَڙ بَڙ، بَڙ بَڙ، پوڪ بهانا، راهه رلائين،
گهايل گهائين.

چَر چَر، چَر چَر، جڳندي چاهي رت رئاريو،
بزدل پاڙيا ٿهڪن تاريو، سمجهه ستائين.
گهايل گهائين

واندا وِڪَ وِڪَ وات وڪوڙيئي سونهن سڪوڙيئي
جاهل جهٽ پٽ مرڪن ماريو، ماڳ مٽائين،
گهايل گهائين.

بيهودو تون باک ڦٽيءَ کان، رات ڪٽيءَ کان،
سياري پاري لنگهه لتاڙيو ”امر“ اڇائين،
گهايل گهائين

***

آ وقت وڇوڙو وات وڌو، ڪوئي ياد ڪري مونکي،
تي ياد وڪوڙي وچن وري، آباد ڪري مونکي،
هو ياد ڪري مونکي.

تيون راتيون روز ڏوراپا ڏين پڇندي پريْن،
تي محبت مروڙي، سنڌ سنڌ سڙي، دلشاد ڪري مونکي،
هو ياد ڪري مونکي.

ٿر ٻابيهي ٻاڪون ڪري ٻولي ڪوئي بس ڳولهي ڪوئي،
تي رات لڙي بس لڇانءِ پڇان همزاد ڪري مونکي،
هو ياد ڪري مونکي.

پرجي اکڙين ۾ تا ڳوڙها ڳڙن وڪريل تا وڙهن،
تي مند ميارون موٽ مُڪي، بس شاد ڪري مونکي،
هو ياد ڪري مونکي.

رڳ رڳ روڙيو ماس رڳن، چنجي نہ ڇڄن،
تو رشتو روڳ روانيءَ رڙي، برباد ڪري مون کي،
هو ياد ڪري مونکي.

تي پل پل ياد پچارن پڇان، سُڏڪي تي سِڪان،
ڪوئي ”امر“ وجي آگاهہ ڪري، آزاد ڪري مونکي،
هو ياد ڪري مونکي.

***

## علم عقل جي واٽ نہ ڇڏجي

وس ورائي واٽ نہ ڇڏجي، علم عقل جي لاٽ نہ ڇڏجي،
جڏڙو سڏڙو جهان پنهنجو، وِکَ وڌائي دنيا گڏجي،
علم عقل جي واٽ نہ ڇڏجي.

روشن رستا روڪ نہ رهبر، منهنجوناتو نينهن ادارن،
قدر تہ کهڙو ماني ڳپي، سک ٿو سِرجي عقل سڌارن،
قلم ڪتاب نہ قيمت ڪاٿو، ڪوچ خلائن اُيو اڏارن،
وحشت دهشت درد مِٽائي، سک امن کي ساٿي سڏجي،
علم عقل جي واٽ نہ ڇڏجي.

پنڌ پڄايو نسل نئين کي، سائنس سان هر سَنگ وڌايو،
ڪمپيوٽر جي ڪار وڌائي، جدت جلوو ڪيچ ڪمايو،
اصل اصولن، ساٿ سليقن، گڏجي سڏجي سوچ سمايو،
ميزل، بمن، توبن گولن جان ڇڏائي، اخلاقي اوقات کي اڏجي،
علم عقل جي واٽ نہ ڇڏجي.

فڪر ۽ فطرت توبن کهڙو، توبن وسندين وجود نہ پانيان،
سونهن سنديسا ساٿيءَ سرجن، توبن وڌائي وسعت نہ چاهيان،
انسان ٽولي، ذرتيءَ گولي، خود خيالي خودي نہ خواهان،
انسانيت جي انگ اڙجي، روپ نئي سان رنگ کي رنگجي،
علم عقل جي واٽ نہ ڇڏجي.

***

جهولن جُهلندي جيءَ جلائين، پوک پچائين ڏوهي آهين!،
ڪاڙهي ڪَڙهندي سر تپائين اَنُ اپائين، ڏوهي آهين!

تنهنجو ناتو تنهنُ اُس سان، خواب ڏسين چو خوشين وارا؟
ياڳ تنهنجي ۾ بچيل پورا، راز پچين چو رَمزن وارا؟
ڏاڏي ڏهتي ڏيج ڏکن جو، ساز سکين چو سپنن سارا؟
ٻڏندي ترندي ريج رچائين، بک بچائين، ڏوهي آهين،

صدين سنديسو سک ڏنو تو، هئو سنڌو تنهنجو سات سدائين،
چيت ڪتيءَ ۾ ڪيئي ڪيڙيءَ، ڍنڍون ڍورا خوب ڀَريائين،
واهڻ وسنديون ٻوڙي لوڙهي، لوڪ سڄي جي لڄ رکيائين،
ڀُرندي ڀڄندي سک سڄائين، ڪوڙ ڪٽائين، ڏوهي آهين.

ساڻوڻ تنهنجي وس ۾ ناهي، سنڌو سارو هنجون هاري،
پيٽ پڇي تو پاڻيءَ قطرو، موجن موڙيو ياءُ يلاري،
وسندين، واهڙ ٻُک ٻگيڙو، رهبر روڙيو، واڳ والاري،
ڪُجهندي ڪرندي ڪَنڌُ ڪپيائين،"امر"اُچائين ڏوهي آهين.

***

راتين روز رڙيو، ويني ڪنڌ ڪڙهي،
پل پل يار پُڇان، سپنن منجهه سڙي.

يادن يار گڏيون، سُرڪي سُک سڏيا،
مرڪي موج ملي، ريجهي روپ رَچيا،
پل پل پار پڇان، هر پل هر گهڙي.

پلجي پاڳَ اچي، هُجتون هِيل ڪري،
سِجي سونُ ٿيان، محبت ميل ڪري،
پل پل هار پُڇان، جانب جيءَ جڙي.

سورن روز ستيو، اکڙين اُجَ گهٽي،
ميخن منجهه اڙيل،سرتيون سج گهٽي،
پل پل سار پُڇان، دلبر دل ڪڙي.

ويني روز روئان روئندي راز پُڇن،
ساميءَ ست وجي، سُرندي ساز پڇن،
"امر" آذار پُڇان، لُڇندي لوڪ لڙي.

***

تنهڻ اُس ۾ ڪاڙهي ڪڙهندو، وينو سوچي ياڳَ پلاري،
هيٺي، حيلا، همت نہ هاري، ڪڙهجي ڪڙهجي رات گذاري،
جيءَ جياري سک سهاري.

ڪارڻ داٽي ڪيتيءَ ڪيڙو، انگ اگهاڙي پوڪي پاليو،
جوٺي جوڙو، لُچي لوڙيو، سنگَ سهاري سات سنڀاليو،
سيءَ سياري، پڪي پاري، گهڙي گهڙي گهائن ۾ گهاري،
جيءَ جياري سک سهاري.

پُنڙي، نياٽيءَ نينهنُ نيائي، بک نہ باسي مند مٺائي،
وس واري جڳهيءَ نہ جهوريو، جُهرندي جهجندي پاڻ ملهائي،
مُڙندي مَرندي انت نہ اوري، وقت وچوٺين واڙي واري،
جيءَ جياري سک سهاري.

هن جو نانو نينهن سين سان، ذڪيءَ سڪيءَ ۾ سنگ ٿو سوري،
وچن وراڪا پريت پروليون، ونيءَ بنيءَ انگ اوري،
"امر" اڪيلو وَتِ وجائي تڪي توري ، لُڙڪي لُڻجي موت کي ماري،
جيءَ جياري سک سهاري.

***

# ڪاري ڪاري ڪات ڪهاڙي

ڪاري ڪاري ڪات ڪهاڙي، ڪاري ناهي ڪرتوتن ڪاري،
بابو بگڙيل، ياءُ آ بچڙو، امڙ ازل کان آ ويچاري،
مولا تنهنجي موت نہ ماري

ڪَنڌ ڪپي هن ڪَنڌيءَ چڙيو، پيٽ بکئي ۽ ننگيءَ چڙيو،
چادر چولو عزت اورانگهي، رشتن ناتن ڏنگهيءَ ڏنگهيو،
ويچاري هُئي وک وک گهايَل، گهايَل گهائي تنگيءَ تنگيو،
پيڻ کي پوري مچ مروڙي، سوپ ۾ سهڪي جڻ سوپاري،
مولا تنهنجي موت نہ ماري

چاچو مامو چانوٺ چهڪي، جيجل ويني ڪنڌ ۾ ڪٺڪي،
پاڙي اوڙي پيهہ پچارون، ڪو بہ نہ ماريءَ مونجهہ ۾ جهٽڪي،
نياٽين سياٽين ڪنڌ نويل آ، ماءُ ويچاري سڪ ۾ سٽڪي،
چاپڙ چاپڙ يادن ساريو، مُند نہ مُرڪي، موت مياري،
مولا تنهنجي موت نہ ماري

چوڙيون ڦليون نَتَ نرالي، امڙ ڪَنيون ڪيون ويلا ويهي،
رليون رلڪا ڪَچا پَڪا، پلنگ ڦراسيون پڪڙن پيهي،
ميندي رتڙا خواب ها منهنجا، گهوٽ وجان گڏ ڪچين ڪيهي،
"امر" ازالو قيامت ڪهڙو، پل متيءَ مهڪان پاڳ پلاري،
مولا تنهنجي موت نہ ماري

***

## خالي جهوليون

در درندو وچ وينو ٿئي. قاتل کهڙي ڪنڌ ٽا ڳولهيون،
پير ڪڏهي ٿو پنهنجو پويان، ٻئي جي چو ٽا ٻولي ٻوليون،
ڏيهہ ڏوراپا خالي جهوليون.

سائي سٽيي سک سپوئي، ويرين ويهي وات ڏسي ٿو،
دغا ۽ ڏوڪي ڪارڻ ڪوڪي وچ ۾ ويهي پريت پسي ٿو،
جهپا هٽندي جوءِ جهٽي هو، در در دانهين ڪوڙ ڪسي ٿو،
مرضن ماريل قرضن ڳاريل، دشمن ڪي ڪيئن راهہ ۾ روليون،
ڏيهہ ڏوراپا خالي جهوليون.

چور چڪور سپ چاري چرندڙ، مسڪين ڪي اغوا ڏاڙا،
پيٽ بکيو سائينءَ آ سوالي، مچي، ماني، آزاريا پاڙا،
افسر هن لاءِ اڇٽو وچٽو، ياءُ وڪامي پريا واڙا،
سستم ساٽو، انڌو ڪاٽو ناهيندڙ تي چا جيون ٺنوليون،
ڏيهہ ڏوراپا خالي جهوليون.

ڳهاٽي لاءِ ڪو ڳهيڙ ڳهڙي دودي واري دهشت ڏاري،
سوڪ سڪهڙو درياءُ دانهين، علم جي اوت ۾ لاٽ ڪو ٻاري،
ايرا سيرا جهانگي جوٽي، ڪلهو ڪلهي سان قوم ڪو تاري،
پاڻ پڇايون سِرَ سچايون، "امر" نہ اجڙن پريت پروليون،
ڏيهہ ڏوراپا خالي جهوليون.

***

هيل ٻہ منهنجي حال تي هوڪا، هوند اسان جا حال ڪي ڄاڻين،
درد ڪهاڻيون ڪچي ڪوريون، شال اسان جي تال ڪي ڄاڻين،
سمنڊ سندي ڀونچال ڪي ڄاڻين!

پيار ڀتراڻون پنڌ پرين تئي، لوڪن ٺوڪيو لنگهندي لچندي،
مرڪي مرڪي محبت ماپيو، ڪاش اسان جي چال ڪي ڄاڻين،
سمنڊ سندي ڀونچال ڪي ڄاڻين!

پراوا پنهنجا پيچ ڇڏياسين، جڙتو جڳ مڳ ڪيچ ڇڏياسين،
جهڙو تهڙو جڳ جياپو، آھ اسان جي افعال ڪي ڄاڻين،
سمنڊ سندي ڀونچال ڪي ڄاڻين!

رت رنوسين رڳن ۾ روڙي، مور نہ ميرو من اسان جو،
"امر"نہ اٽڪي اڇرج زماني، ڪاش ڏنن ڏمال ڪي ڄاڻين،
سمنڊ سندي ڀونچال ڪي ڄاڻين!

***

پل پلوڙيون ٻاهون تنهنجون چاهت چريون چاهون تنهنجون،
محبت ۾ موتائي ڏي، لکي لوک لکي ڏي،
پيار منهنجو پرچائي ڏي.

وَل وکوڙيل ٻک ٻلين جا، ڦوکي ڦوکڻ کک اکين جا،
ڳوڙهن ڳڙندي ڳل ڳراٽيون، چاهت سا چورائي ڏي،
پيار منهنجو پرچائي ڏي.

رات رُنس جو راز ٻڌائي، پاڻ ستائي پل پل گهائي،
چيچ چپن ۾ جُهکي جهاٽيون، وقت اهو تہ ورائي ڏي،
پيار منهنجو پرچائي ڏي.

سينڌ سونهارن کرندي کڙکيا، ڦڙ ڦڙ ڦڙکيا،
موتيءَ مالها چوٽيءَ چنبيليون، ساعت سان سورائي ڏي،
پيار منهنجو پرچائي ڏي.

”امر“ انوکيون پريت پروليون ، چلندڙ چوليون،
نيڻ الکا اکڙيون آتيون، سود سميت سلجهائي ڏي،
پيار منهنجو پرچائي ڏي.

***

## دل ليئا تو لئہ پائي تي

ڏينهن گذاري رات وري تي تات تنهنجي تڙپائي تي،
خوابن ۾ تي لڃان پڃان، واٽن وجهہ واجهائي تي.
دل ليئا تو لئہ پائي تي.

پل پل آهن الڪا تنهنجا سڪ سنيها تنهنجا،
گهڙي گهڙي تي گهاءُ پسان، سڏڪن ساهہ سڄائي تي،
دل ليئا تو لئہ پائي تي.

سات وني پوءِ سات پيو آ پيار تقاضا سوچي ڏس تون،
وري وري تي وڇڙي پوان، شرم وڃان سرمائي تي.
دل ليئا تو لئہ پائي تي.

درد بہ توسان مرض بہ توسان، پيار پچارون فرض بہ توسان،
سڙي سڙي تي ساهہ سڪان، گهڙي گهڙي مون گهائي تي.
دل ليئا تو لئہ پائي تي.

جذبن ڪي تو قيد ڪيو آ، من پنهنجي ۾ چيد ڪري ڏس،
وڙهي وڙهي تي پاڻ پليان، بڏي بڏي باڏائي تي.
دل ليئا تو لئہ پائي تي.

جهٽڪ ۾ توسان پٽڪ ۾ توسان، ساهه ۾ سڱڪا سٽڪ ۾ توسان،
مڙي مڙي تي موج مٿيان، جيون جوت جلائي تي.
دل ليئا تو لئہ پائي تي.

انگ انگڙايون موجود مستيون، سرجي توکي سارن ٿيون،
ڪڙهي ڪڙهي تي پيار پچان، نيڻن ننڊ نہ پائي تي.
دل ليئا تو لئہ پائي تي.

هيل ۾ تنهنجا هُل هليا هن، منزل آهي"امر"لاءِ آتي،
جهري جهري تي جهجي پوان، ساريو توکي سڏائي تي.
دل ليئا تو لئہ پائي تي.

***

موٽي آ مناء سري نہ صفاء
تنهنجي يادن ستايو آ،
ڇا جي آ سزاء ڪر معاف خطاء
سڪ توکي سڏايو آ.

نہ ڪا ويل وري، نہ ئي ساعت سري،
اڇي وچ منا منهنجي دلڙي ٺري،
ڪهي اچ منا قرارن ڪلاء
تون رهہ نہ خفاء
توکي گهڻين گهرايو آ.

اوهان کي اسان جون سڏين ٿيون صدائون،
پيار تقاضا پل پل دعائون،
هڪ پيرو وري پلي آ پلاء
جهنجهوڙي جفاء
توکي پيار پڏايو آ.

رلائي روئاري زماني سهاري،
وڇوڙو وساري تون ور لاڏلا،
تنهنجي ٻولن ٻڏايو آ.

***

انتظاريون بيقراريون ياد ڪر سي يار ياريون،
آءُ وري گڏجي گذاريون،

سهڻي چني، توجي لڪي، وجهڙو وني،
دل دعائون، وچن وفائون سار ساريون،
آءُ وري گڏجي گذاريون،

حال ها چا، پيار پاچا، سار ڪاچا،
موچي سوچي، لچي لوچي ياڳ ياڙيون،
آءُ وري گڏجي گذاريون،

روز روئيو، بختُ پائيون، سپ سجايون،
ايندي ويندي تڪ تڪيندي جڳ جهاڙيون،
آءُ وري گڏجي گذاريون،

***

ساھہ ۾ سر جي گيت کو ڳائين ٿي،
پوءِ بہ پڇين ٿي کھڙو ناتو!
راھہ رلائي جيون کي جرڪائين ٿي،
پوءِ بہ پڇين ٿي کھڙو ناتو!
نينھن نيائي، جذبن کي جاڳائين ٿي،
پوءِ بہ پڇين ٿي کھڙو ناتو!
مَرجي متجي، ڀاڃھہ ڏٽي ٻاڏائين ٿي،
پوءِ بہ پڇين ٿي کھڙو ناتو!
اندر اوسيئڙو ٻاهر ٻڙڪ نہ ٻاقين ٿي،
پوءِ بہ پڇين ٿي کھڙو ناتو!
ناھيو ناھي، ماندي ٿي جو سڪائين ٿي،
پوءِ بہ پڇين ٿي کھڙو ناتو!
گھنگھور، گھٽائون، گھوڙا گھوڙا گھائين ٿي،
پوءِ بہ پڇين ٿي کھڙو ناتو!
وقت وڃوڻي، يادون پاڻ پڇائين ٿي،
پوءِ بہ پڇين ٿي کھڙو ناتو!
پل پل پياسي، ”امر“ کي الجھائين ٿي،
پوءِ بہ پڇين ٿي کھڙو ناتو!

***

چرڪي چرڪي چاھ ۾ ترڪي ڪيڏو تون پلئين ٿي.
مونکي تون چاهين ٿي.
ننڊ ڦٽائي، رات ڪٽائي، يادن کي ورجائين ٿي.
مونکي تون چاهين ٿي.
آندي ماندي، ساھ ۾ ساندي سڏڪن ۾ سرچائين ٿي.
مونکي تون چاهين ٿي.
پاڻ سينگاري، آرسي آڏو ناهيو پاڻ کي ناهين ٿي.
مونکي تون چاهين ٿي.
رنگ رنگيلا، نيلا پيلا روپ سوين اپنائين ٿي.
مونکي تون چاهين ٿي.
سوچ سريلي نويلي نويلي نازن سان واجھائين ٿي.
مونکي تون چاهين ٿي.
ملڪ ۾ مرڪي ڀرڪي لفظن کي اڪلائين ٿي.
مونکي تون چاهين ٿي.

***

ـهنجا واعدا ڪچا ڏاڍا،
لوڙهه تنهنجي ۾ لتجي ڪيئن.
ملهه مهانگو، درد اٿانگا،
بي راهو پتڪجي ڪيئن.
چار چانونون آسا پاسا،
سور اهو سهجي ڪيئن.
بات ياري، اٽپيون ادائون،
ماڳ انهيءَ تان متجي ڪيئن.
سوين سليقا مرڪ مهانگي،
پيار جو پرگٽو ڪتجي ڪيئن.
ادا انوکي، جيون جهيڙو،
گهاءُ اسان جو گهٽجي ڪيئن.
سُڏڪا، سختيون، وجهه وٺايون،
پيرو دل جو پلجي ڪيئن.
مرجي منجي، پاڻ لتيوسين،
سور انهيءَ سان سلجي ڪيئن.
سپ سٽايون، اونهيون اوٺايون،
عشق ۾ توکي رگجي ڪيئن.
واهه واهه تنهنجا وچن وفائون.
پنهنجو توکي چئجي ڪيئن.
ساهه ۾ سٽڪي، پٽڪي پٽڪي،
زور زورا وريون پلجي ڪيئن.
تو جي ناتا، پل پل قيرو،
عادت "امر" جي متجي ڪيئن.

***

ويهه کو ويجهو وچن ورائي لونءِ لڳائي،
پل پل گهوريون گهاءِ گهٽائي، سور سکائي.
هاءِ هاءِ تنهنجي سک ستائي.

رستا روکي لوک کي ٺوکيون، سانوڻ ساريون،
الجهن اوڙهيون، انگ اڙائي، سنگ سڏائي،
هاءِ هاءِ تنهنجي سک ستائي.

پرجي پورل پيار پليون کو، سور سليون کو،
سيند سنواريون هل هلائي، پاڻ ملهائي.
هاءِ هاءِ تنهنجي سک ستائي.

روشن راهن سوين صدائون، ۽ سات سليقا،
هي جيون جرڪايون وک وڌائي جوت جلائي.
هاءِ هاءِ تنهنجي سک ستائي.

"امر" اسان وٽ نينهن نرالو، پيار جو پيالو،
ڇلڪي ڇلڪايون، پاڻ ڦرائي نينهن نڀائي.
هاءِ هاءِ تنهنجي سک ستائي.

***

پنڌ پرائي پيرا ڪٽندي، تهڪ ڏيئي مون ٽاريو هوندو،
ڪنڌ ورائي ڪنهن ڪنهن ڳولهين، ڳبت ڳلي ڪنهن ڳاريو هوندءِ.
سڪي سڄڻ ڪي ساريو هوندءِ.

تنهنجي رات ۾ راز ۽ رمزون، لڙڪن لارون، سائينءَ سارون،
گهٽجي گهٽجي گيهه گڏياسين، ٿي ويچارو ويچاريو هوندءِ.
سڪي سڄڻ ڪي ساريو هوندءِ.

سونهن سونهين ٿي سڄڻن سامهون، سهٽي سهٽي ساٿيءَ سان،
ڪنڌ ڪرائي وار ورائي، موت ڏيئي ڪو ماريو هوندءِ.
سڪي سڄڻ ڪي ساريو هوندءِ.

رات ڏيئي ٻه ڏک ڏوراپا، الجهن الٽو نينهن نياپا،
ڏينهن ڏهاڙي يادن واڙي، پل پل مون ڪي پڪاريو هوندءِ.
سڪي سڄڻ ڪي ساريو هوندءِ.

ويس وڳا سپ وڙهن ويچارا، ڏسندي تنهنجا نينهن نظارا،
اکڙين اڙندي ڪاجل ڪرندي، چيچ چپن ۾ چڳاريو هوندءِ.
سڪي سڄڻ ڪي ساريو هوندءِ.

هيڏي هوڏ تي هنجون هاري رت رنو مون پيار پنهنجي تي،
ڪين ۾ ڪڙهندي ساهه ۾ سڙندي، الفاظن ته اچاريو هوندءِ.
سڪي سڄڻ ڪي ساريو هوندءِ.

رات نئون ڪو نيٽن اُلڪو، خواب خرابيون چا چا ماپيون،
ڳوڙهن ڳڙندي "امر" اشارو، هڏڪي نيٺ ته هاريو هوندءِ.
سڪي سڄڻ ڪي ساريو هوندءِ.

***

اکڙيون آتيون جيءَ ۾ جهاتيون،
ليئا پائي لڪائين ڇو ٿي.
مون کان تون شرمائين ڇو ٿي؟

نينهن نياپو، رشتو ناتو،
پورائي پلائين ڇو ٿي.
مون کان تون شرمائين ڇو ٿي؟

اکڙين الڪا، سُندر سپنا،
اهڙا ڪيڏ ڪيڏائين ڇو ٿي.
مون کان تون شرمائين ڇو ٿي؟

درد، دغائون، پاڻ قرايون،
ارڏو تون آزمائين ڇو ٿي.
مون کان تون شرمائين ڇو ٿي؟

پاڻ پتوڙي، جي جهنجهوڙي،
دل جا درد وندائين ڇو ٿي.
مون کان تون شرمائين ڇو ٿي؟

آندي ماندي، دل جا آرا !
سمائجي ساهه سڪائين ڇو ٿي.
مون کان تون شرمائين ڇو ٿي؟

پيار جو پلڙو، ياري پلڙو،
اندر ۾ اٽڪائين ڇو ٿي.
مون کان تون شرمائين ڇو ٿي؟

نيڻن نياپا، دل جي نہ ڌڙڪن،
چاهت کي چمڪائين ڇو ٿي.
مون کان تون شرمائين ڇو ٿي؟

***

***

هاٺي هارَ هِري، حيلن ياڙيو مون،
رَڳ رَڳ روڳ رَڙي پوان، وهمن واڙيو مون.
طور طريقي طبيبن، جهٽ پٽ جهاريو مون،
لُڙڪ نہ لاڙيو مون، موچاري محبوب تي.

***

بستر پيڙو بار، ست نہ سران ساهہ
الجهن الڪا اکين ۾، چِچري وڏو چاهہ
ڳري آئون ڳجهہ تيس، ننوليون ڪري ناهہ،
وچن اجا ويساهہ، ور تہ وک ڪا ڪٽان.

***

ڏکن ۾ ڏنگهي تون، مون وفا وڪوڙيو يار،
سپنا ڪوئي سِنگهي ويو، دردن دل ديوار،
مرڪ نہ سونهين من کي، ڏارين ڪيو ڏار،
ويني ان کي ويچار، هيٺا مون حال ٿيا

***

هيٺا مون حال ٿيا، سريو ڪين سَري،
پيرين پنڌ پهچ ۾، جاڻان ڪوهہ پَري،
من اندر ماناڻ آ، ناريو ڪين نَري،
ڳالهين ڳُجهہ ڳري، ارڏاين اَٽڪايو.

***

ارڏاين اٽڪايو، وِهُہ لڳن وهنوار،
جُهڪي جفا جهونگاريو، نيڻن ننڌَ نِهارَ،
روڳ رلايو روپ ۾، همت نہ هاري هار،
پل پل پو بہ پچارَ، پوڄا تنهنجي پنڌ ۾.

***

پوڄا تنهنجي پنڌ ۾، وڇوڙي ورايو،
سارينڌي ساهن ۾، گهڙيءَ گهڙيءَ گهايو،
الڪن اڻ تڻ ان گهڙي، تنهنجي گهاءَ گهمايو،
سمجهہ نہ ٿورو سمايو، تہ ڪيئن رات گذري رَوڳَ ۾.

***

چنڊ چورائي، محبوب مرڪون اَڻ،
سنيها سجڻن، اهڙا مون اهڃاڻ.
محبوب موجن مرڪيو، پرين پڪارون پاڻ،
سونهاري سجڻ ڪاڻ، تو منڊائتو منٺون ڪيان.

***

سونهاري سائين جي، نيڻن نياپا نينهن،
وڇوڙي وجن جيان، منڊن موهيا مينهن،
هيڪلو هليو نه ٿئي، چنڊ چئجان ائين،
ڪتيان راتيون ڪيئن، جهوري جدائي جيءَ ڪي.

***

ڪتيان راتيون ڪيئن، محبوب نه پسان ماڳ،
پورا پورا ڀاڳ، اونداهين اَٽڪي پوان.

***

اونداهين اتکي پوان، کارڻ پيار پکار،
بيوس بهانا تياء سُجا مون سنسار،
حيلن هاڻ هاريو، من اندر ميهار،
وسري ويا وهنوار ، موٽ مندن مهل سا

***

جهوري جيءُ جوکم، مندن آءُ ماري،
نوڙت نياپا نينهن جا، واتن ويچاري،
جيئڻ نہ جڳائي جيءُ کي، هيئڙي هتِ هاري،
"امر" نہ انکاري، محبت جي ميدان ۾.

***

اتکايو اوڙاهہ، کوڙا کڍيءَ کنڌ،
هيٺا تو هوش نہ رهيو، سائين تو سَوڳندُ،
پيرين چڙهي پنڌ مائيءَ مشکل ملپ سان.

***

ڪجي ڪهاڻيون، ڪپي ڪوريئي ڪير،
ميڙاڪا محبت جا، ويڙهي وڌيئي وير،
جهير ڏيئي تو، جهوريا دودا ڪوڙ دلير،
مارن مُنجهائي مير، عيدون ”امر“ اجاڙيئي

***

اجاڙي عيدون، ڪنڌن ڪڙڪيئي ڪات،
ويچارن وچڙي ويا، لٽيئي لوليون لات،
هيئين هڙئو هيٺو ڪري، مور نہ ڏنئي مات،
تن جي تڙپان تات، واڻن جي وچڙي ويا.

***

واڻن جي وچڙي ويا، اوچو ڳاٽ وَنين،
سر وڍائي سورهيہ ٿيا، جيرا جڳ صدين،
موت نہ مجن ماڻرون، در در دم دلين،
تڙندي ڪَنڌ ڪلين، نڪري ناريو نينهَ ڪي.

***

هارائي هَر هَر هريس، محبت ميخون نينهن،
وسي جيئن وڏ ڦڙو، پيار پَچارون تيئن،
پورل پريو جو ياڪرين، بادل برسي ڪيئن،
ڳوڙها ڳڙيا ائين، وڇوڙا وسري وي

***

وڇوڙا وسري ويا، سائينءَ ساريو سڪ،
ڏکن ڏوراپا ڏوريا، ٻوليون ٻنهي هڪ،
چم چم چريو چاهه ۾، لتاڙي چڏيا لڪ،
ڇُهندي ڇِڙي ڇِڪ، انگ انگ "امر" اوريو.

***

ڏاڍي جي ڏانءَ جا، ڏنگهڻ ڏکيا ڏنگ،
ورچي وائڪو نہ ٿئي، داءَ دلالي دنگ،
لوڙها لتاڙي لوڪ جا، قانون سوين سنگ،
ارڏائي انگ انگ، مسڪينن ميرو ڪيو.

***

موچاري مسڪين، جيءَ جياپو بار،
گهٽي گهاريو گهاءَ ۾، سورن جو سنسار،
سونهن سراپا سڪڙجي، ڳوڙها ڳڙن لار،
ويڏن ۽ ويچار، لُڙڪن لائون لڏيون.

***

اپ ۾ اڏامي، واٽن نہ ويساهہ،
فڪر ۾ فريبي، اندر نہ اُتساهہ،
مشڪل موٽي ڪين ڪي، سوٽي ڏيئي ساهہ،
چرچو ناهي چاهہ، محبت جي ميدان ۾.

***

تو جي طاقت ڏن جي، مون ۾ علم اٽڪاءُ،
جوت جاڳائي جڳ ۾، للڪاريان تنهنجي لڪاءُ،
بوليون مون مَ بڏاءِ، اندر ايامي اوچتو.

***

أڀ ۾ اڏامي، ڳالهيون ڪري تارن،
مسيحا مرڪن جا، قاتل قطارن،
وَجهن ڪوڙ وڪوڙيا، سنيها سگهارن،
منتن ميارن، تڙپايو ترتيب سان.

***

بتيلي ۾ پيڙ، بک بگيڙو پار،
لهرن لڏي لچڪڻو، بندن ٻيڙو تار،
ڇهڪ ڏيئي تو چوريان، ونجهن ويهه ويچار،
سائين منهنجي سار، لهرن لهجاءِ لوڪ سان.

***

حالتن هيٺون ڪيو، وسري ويا وهنوار،
راتاها رُتن ڏنا، سڙيا سي سينگار،
روز روئان رت ڦڙا، بيوس بوج بهار،
مولا ملان مننار، ته موت مياري نه ٿئي.

***

موت تو ميارون، جي وچڙي ويس وچ ۾،
سارينڌي سائين کي، گذريون ڄمارون،
لوڪ نہ سمجهي لڙڪن کي، پرين پڪارون،
بي باڪ بهارون، موت ڪسيون تو منهنجون.

***

سارينڌي سائينءَ کي، ڪوجهيءَ ڪنهن نہ ڪاڻ،
پورا پورا ياڳ تيو، اڄڻ ڪين اهڃاڻ،
روڙيئيءَ ماس رڳن تان، سائين مون سڃاڻ،
پيڙاهي پسيو پاڻ، ڏيئي نذرانو نينهن جو.

***

ڏيئي نذرانو نينهن، جو "امر" تي امر،
اڪيلو اڻ جاڻ رستي، سات نہ ڪو ثمر،
موت ماري تو مات ڏيئي، ماري موت تون مر،
ڪسجي ڪٽج ڪر، تہ قربانيءَ کي ڪل پوي.

***

هيل بہ تنهنجي حال تي، پچاڙڪا تيا نہ پور،
ويني ويچاريان واٽن تي، قسمت جا قصور،
درد ڏبجي ڏگ تيو، ميارون نہ مور،
حيلو ڪر حضور، تہ وڃي پرچان پرين ڪي،

***

ڇهيو تي چرڪي پوان، هنڌ نہ ڪو هڳاءُ،
جاني هن جهان ۾ ڪونهي ڪو بہ لڳاءُ،
پرين پرچي آءُ تہ ڪوجهيون ڪي ڪر ڪٽن.

***

يادون يار فراق جون، لڙڪن منجھ لارون،
چين چيپاتيو چاھ ۾، پل پل پڪارون،
واجهايا تي وجھ لاءِ، ساريان سپ سارون،
دردن جون دارون، آٽيون پرين تہ اڪ پٽيان.

***

سانوڻ سينگاري، ڏاوڻ وڏا ڏور،
ڦتڪان تي فراق ۾، چين چڪنا چور،
قربن ڪني آهيان، محبت ۾ مجبور،
رات نري رويو پويا، دل جا ھي دستور،
ڪريو نہ ايڏا ڪلور، پنھنجن سان پريت ۾.

***

ويندي وات وري پوان، مونٛ سک نہ اچي سيڻ،
پڄيو تي پري پوان، ننڊ نہ اچي نيڻ،
وطن وسري ڪين ڪي، يادون پائرن پيڻ،
من اندر جا ميڻ، ساڻ سڙي تي ساھ سان.

***

ساھ ۾ سانڍي سڪ جيان، موچاري تيم مور،
ھنجون ھاري ھر گھڙي، پريت پچايم پور،
لونءَ نہ لڪائي لڄ مران، ساھڙ سانڍيم سور،
نوڙت ۾ ناسور، ريجھائي وڌم روح کي.

***

ڏيئي هٿ هٿ ۾، سمنڊ سور سليوم،
چپ چوري چاھ ۾، پاڪرن خوب پريوم،
ٻڪن ٻوليون ٻوليون، ڪاڪل قيد ڪيوم،
چولين چيد ڪيوم، انگ انگ آچي اولڙا.

***

اچلي اوڙاھ ۾، اڪيلا نہ ڇڏجن،
ٻڌي سندرو ساھ جو، سوري سِرَ ڏجن،
ونين ۽ وتاڻن لاءِ، سودا سر ڪجن،
راھ نہ رولجن، جنين عشق الاهي.

***

جنين عشق الاهي، سي سودا ڪن سرن،
آٽيون، پاڻ اوڙاھ ۾، پتنگ جيان پچن،
ويچارا وتاڻن تي، ساھ نہ سَڪَ ڪٽن،
محبت ۾ متجن، سور پرائي ساھ جا.

***

سور پرائي ساھ جا، جن جوکو وڏو جند،
راتين ۾ رولاڪن جيان، ڏسن ڏينهن نہ مند،
منزل پيرا پرين جا، سچ ألهي يا چنڊ،
باھ ٻري جنهن هنڌ، تنهن سورن ليکو ڪهڙو.

***

تن سورن ليکو ڪهڙو، جي پورن ۾ پليون،
سوچيندي سورن ۾، پل پل گهاءَ گڏيون،
ويچاريون واٽن تي، خوشين ڪين ڪليون،
محبت ۾ مٽيون، رنج وساري روح جا.

***

رنج وساري روح جا، لٽا جن ليڙون ٿيا،
رتن رحم نہ پيئڙو، پٽرن پير پٽون ڪيا،
جهاڳيندي جبلن تي، ويڙهيچا وسري ويا،
جن محبت ڪنڌ ڪپيا، تن پاتو پنهنجي پرين کي.

***

اسان کي پرين تنهنجي جلون جلايو،
اوري اچي اسان جي روح ريجهايو،
اوسيئڙا اکڙين ۾، رمز رلايو،
تي لايو سجايو، جي پرين تون پرچي پوين.

***

خواب گهمين گڏ، جهاتيون جيءَ نہ پاءِ،
رات نہ آئين رت ڪٽين، هينڙي کو نہ هڳاءِ.
اچي اکڙين ۾، ڳل ڳراٽڙيون پاءِ،
منهنجو من مهڪاءِ، تہ سپنا سپ ساپيان ٿين.

***

اندر نہ آرام، ويجهڙائيون وڙهن،
پل پل تنهنجي پيار جون، چلولايون چڙن،
پليو جيئن پليانس، ارڏو تيئن اڙن،
موٽي آ ماڳن، اکين اوسيئڙا آس جا.

***

اکين اوسيئڙا آس، آءُ پرينءَ پنهجي پنڌ،
کلن ٽيون خاموشيون، باهه ٻري هر هنڌ،
تور تقاضا پيار جا، سائين تو سوڳنڌ،
کهڙو کٽنديس کنڌ، محبت جي ميدان ۾.

***

محبت جي ميدان ۾، تات تنهنجي ياري،
لڇيو لوچيان لوهه ۾، ويڳاڻن ويچاري،
پريو پورا ٽي پوا، گهائن آئون گهاري،
محبت جي ماري، پنڌ اٽانگو پريت جو.

***

پنڌ اٽانگو پريت، سائين لهج سار،
پردن پالي آهيان، اکين تو اڌار،
جندڙي جان جوکي ۾، الاهي تهار،
ڏات ڏيج ڏاتار، ته تري وڄان هن تار ۾.

***

منهنجي رات ۾ رت ڦڙا، رڳن ۾ رجهن،
الن جيان اکين ۾، ٽانڊا جيئن ٽمڪن،
وڏيو ورلاپن ڏانهن، اونداهين اٽڪن،
يادن ۽ سپنن، اڇلي وڌو اوڙاهه ۾.

***

نڪو نيٽن ننڊ، نڪو ورچ ويچار،
پيرين پريو پنڌ ۾، پورن پڪ پڪار،
ويني ساريان سپرين، سري ڪين سنسار،
سڪندي مون ستار، راتين رت ولوڙيان.

***

راتين رت ولوڙيان ڳوڙهان ڪين ڳڙن،
سارينديس سڄڻن کي، سور نه ڪو سلن،
رُتن ۽ رنگن، مانداڻ مچائي من ۾.

***

پيرا ڪنيا پرين جا، رُتن ۾ رنگن،
آئي آب اکين ۾ سنياريون سجڻن،
راهه تڪيندي رڄ ۾، حيلا ڪين هلن،
همدهم جي هُجن، ڪيو ملهه مهانگو مَرڪ جو.

***

ملهه مهانگو مرڪ جو، رئان ساري رات،
سانديو سڪ سسڪيون پريان، پرهه ڦٽي پريات،
محبوب منهن موڙيو، تن تڙپائي تات،
هيڪلائي ۾ حالات، سونهن سنوارڻ نه ڏيئي.

***

اڄ سڄڻ اکڙين، لڙڪ تو لئه لاڙيا،
واجهائيندي واٽن ڏي، ڳوڙها تو لئه ڳاڙيا،
ٻکن بيک ڪڏي وڌا، دل نه طعام تاڙيا،
سڪ ۾ سور ساڙيا، دلاسا ڏيئي دل ڪي.

***

دلاسا ڏيئي دل کي، ڪنڌ ائين نہ ڪيجن،
هڪڙا مهٽا ماڻهن جا، ٻيو پرين ڪين پڇجن،
سينگار سڀ سُسي ويا، پنهنجا نہ ائين ڇڏجن،
مرجي جي مٽجن، پهرين پسجي انهن کي.

***

پورن پڪ پچاريو، جهجيو تي جهري پوان،
سنيها سڄڻ جا، ناٺ ڪريو تي نري پوان،
راتين ۾ رت ڦڙا، رويو تي رَڙي پوان،
پورل تي پري پوان، ويڳاڻن جي ويس ۾.

***

ناٺ ڪريو تي نري پوان، آسرو آ اچڻ جو،
محبوب موتندم ماڳ ڏي، پيرو آ پلڻ جو،
مهڪان تي مشڪن ۾، وقت وريو آ کهڻ جو.
سنيهو آ سڄڻ جو، وک وک تي واڪاڻ آ.

***

منهنجي من کي ڇا ڄاڻين، توکي ڪهڙي ڪَل،
ناھ ٻہ توسان، چاھ ٻہ توسان جيءَ اچي نہ جهل،
منهنجو من آ تو لئہ آ تو، موت ڏسي نہ مهل،
محبوب ۾ مشعل، ڳالھ مڙيو ئي هڪڙي.

***

محبت ماني من ۾، پورا تو پل،
ورجائيندي وراڪن ۾، هينئڙي آهن هُل،
هي پيار اٿئي پنهل، جو سمهڻ سيراندي نہ ڏيئي.

***

ڪڙهي پيس ڪُن ۾، ٻنڌڻ ٻوڙيو ساھ،
چاهتون چچرجي پيون، نهي نٿو ڪو ناھ،
ميندي هٿڙن هٿڪڙيون، چلولايون ۽ چاھ،
ويچاريندي ويساھ، محبت ڪنڌ مٿي ڪنيو.

***

ڪنجهڻ ڪرڪڻ ڪم، محبت ۾ ماڻن جو،
پيچرا پيچيده ونيو، روح اچي نہ رحم،
گهوڙا گهوڙا گهاءُ ۾، روڙيو ماس تان چم،
چاهت، راحت، غم، عاشق نہ الڪو اصل ڪان.

***

رات نري تارا تڪيا، وچن تو ويچار،
ڪتيون ڪرڪيون ڪي گهڙيون، ٽيڙونءُ ٽڪ نهار،
اسان سڄڻ ساريو، سڪڻو ٿيو سنسار،
ڳالهيون ڳجهہ پچار، سار سڄڻ سِر جي پوان.

***

سڪ سڄڻ سمهڻ نہ ڏيئي، گهوڙا گهوڙا گهاڙيان،
هيڪر هلي آ هج ڪري، قول پنهنجا ڪي پاڙيان،
جهولي جهلي جهٽ پٽ جُهران، ساهہ تو لئہ ساڙيان،
لڙڪ ويني لاڙيان، ريجهائي روح ڪي.

***

جهوري جهڙپ تنهنجي، تڙپ پيار پاراتو،
چاهه تو چُسڪيون پري، اندر أج آتو،
نيڻن نند نديو، رنگن رنگ نہ لاتو،
ساريان ساهہ آءُ تو، ور تہ ڪو وسڪارو ٿئي.

***

جابر تنهنجي جيءَ ۾، ڪوڙا ڪُن ڪڙڪن،
ويچارن وجايا، مندن ۽ موتن،
لڙڪي منهنجو لوڪ پيو، گهاڙيو تو گهوٽن،
تنهنجي چوراٽي چوٽن، جهوري وڌو جڳ کي.

***

هجتون هلڻ نہ ڏين، سوگهو ڪيو ساڙين،
ڦٽ نوان فراق جا، اندر أجاڙين،
طعانن تپايو تک سان، تاڪو پيا تاڙين،
پاڙيو تو پاڙين، نيڻ اسان جا نوڙت ۾.

***

ڇڏيو تو ڇورو ڪري، راتين آئون راڙن،
جهونگاريندي جهري پوان، اندر آئون اَڙان،
نيٺن ننڊ نِنڊيو، سڙيو پئي سڙان،
ڪڙاهي جيان ڪڙهان، لڙڪ لاڙي لوچ ۾.

***

ٻاڏايان ٻاڪون ڪري، هيٺو حال ٿيوم،
ٻاٻيهي ٻَري پوان، سور نہ ڪنهن سليوم،
جهاڳيندي جهان ۾، چنڊ ڇيد ڪيوم،
ملم ڪيم مليوم، فراق جي ڦٽن تي.

***

ٻورل ٻيرو ٻلج، آزارن آئون اَڙي،
سگهياري هئس سکن ۾، جانب جند جڙي،
سورن آئون سڙي، تو بن سونهن ٻري سڏڪا.

***

سانوڻ سَڪَٿا سڏ، تو ڪلور ڪرين ڪات،
جنين سجڻ نہ سنپري، محبت نہ ڏجي مات،
ڪڙهان ڪاري ڪن ۾، ڏاتر ڏج ڪا ڏات،
زنجيرن ۽ ذات، ڏاوڻ ڏنا ڏيج ۾.

***

عادتون اڪين جون، ڪهيو مون ڪاڙهين،
چپ چوراٽي روپ ۾، سٽيو مون ساڙين،
وار واسينگن جيان، منجهايو مارين،
ارڏايون اجاڙين، مُرڪن تنهنجي ملڪ لُٽيا.

***

مُرڪڻ تنهنجي موت ڪيا. گهائي وڌا گهوٽ،
چاهت ۾ چريا ٿيا، قربن وڌا ڪوٽ،
زلفن ظلم وڌايا، چت چاڙهي چوٽ،
قلين جي قرقوت، لٽيا لال لبڙن سان.

***

لُنيئي لبڙن سان، جهانجهر سان جهنڪار،
ايندي ويندي اکبوٽ ۾، ستيا تو سنسار،
وڄن وراڪا ڏنئي، ٿيا گهٽا گهنگهار،
حسن جي هبڪار، جهٽيا جوڳي جڳ ۾.

***

چاهت وڏا چڪ، جيئن سور سري ساهه،
اندر اوتيم اڏمن ڪي، نڪرائي سپ ناهه،
وڇوڙي وڃن جيان، پورو ڪيم پاهه،
چڪي چڪور وارو چاهه، نرمل نور وڃايو.

***

حال منهنجي جا هوڪا ڏيئي، نوڙت ڪي نه نچوڙ،
ساهن تو سجدا ڪيا، ورجائي سي نه ولوڙ،
تو جهونگارين جهان سان، پورل سو نه پلوڙ،
محبت ايئن نه مروڙ، رت روئن تيون اکڙيون.

***

رت روئن تيون اکڙيون، پڃي تو پوريو،
تور تارازيءَ تاءَ کي، جهومي تو جهوريو،
بالک جيان ٻهروپ ۾، ڪُڏندي تو ڪوريو،
سمجهه تہ ٿورو سوريو، تہ کير ڪنو قرب ۾.

***

چو لُڙکَ وهائي لُڙکين ٿي، تو رات مسافر پنهنجو آ،
چو ڪنڌ ورائي ڪُرکين ٿي، تو رستو سارو سهنجو آ،
هکوار ڇڏي تون هوڏ هلي آ، من تو لئہ آتو منهنجو آ،
”امر“ ازل کان تنهنجو آ، پريت پڇي ٿي پيار پروکا.

***

گهاءَ نہ گهٽيا سورن سٽيو، وقت اجا بہ وير،
راتين ۾ روئي پوان، سمهان نہ ڏکهن پير،
هينڙو منهنجو هُتِ ٿيو، اڏمن ڦيرا ڦير،
سواءِ نہ تو بيو کير، موٽي آ تہ کا مُند وري.

***

وڄڻ واري تو ڪئي، مون اکڙين اڄان اڄ،
محبت ماندي مرڪن لاءِ، سواءِ سڄڻ سڄ،
روح رڙي تو رُڄ،جي پرين نہ پنهنجي پنڌ تي.

***

مٺيس مُند مٺيئي، سڪ سڄڻ ساري،
دردن دل ڏڏي وڌو، هنجون هانءُ هاري،
اڄ تڻ اندر اوتيو، ٺڪون ٺلون ٺاري،
وڇوڙي ۽ وسڪاري، گهٽين گهاءُ وڌايا.

***

جذبن جوٺي جنگ، سپنن سُر سجايا،
خواهشن خوشين ۾، ڊاپيا ڊولا ڊنگ،
اباڻڪيون اڪيلايون ٿيون، اڄ تڻ انگ انگ،
سائين تنهنجي سنگ، رڳ رڳ رنگيو رنگ ۾.

***

رڳ رڳ رنگيو رنگ ۾، سڄو ٿيو سنسار،
حيلا هوڏ ڇڏي هليا، ڏک لاٿم ڏاتار،
محبت مرڪي موج ۾، ڪنوٺين ڪيڏ هزار،
محبوب مڃي مننار، عيدون آنديون ان گهڙي.

***

پنڌ پرائي پيرا پهتل، پڇن تنهنجا پار،
وهمن وڪوڙيو وڄ جيان، تڪا توتڪرار،
حالتن حيلا ڪيا، ڪڙهجي پيا قرار،
سرجيم جي سنسار، پهتا سي پرينءَ ڪي.

***

وڪوڙيو وهمن، ساريو ٿي سَرڪي پوان،
جاڳائي جذبن ڪي، ماريو ٿي مُرڪي پوان،
انگ انگ اڏي ارڏاين، ڪاڙهيو ٿي ڪرڪي پوان،
ڇهيوٿي ڇرڪي پوان، يادن جي يڪسانيت ۾.

***

عادت اڪڙين، رسڻ واري روز نئين،
ماڻن ملهه نہ هيڪڙو، سڄڻ سڪ سئين،
چڙهندي چواڻن تي، پرائي پنڌ پوين،
ناهيو ڪين نهين، محبوب سوا من ۾.

***

چاهت آ چقمق، چين چرائي چاهہ،
شام هجي يا شفق، ڪڙهي ڪڙاهيءَ ساهہ،
معجزه محبت جا، ڪيڏارو ۽ ڪاهہ،
منڊَ نہ ڏسي ماهہ، محبوب ملندي من ۾.

***

چاهت مون چريو ڪيو، برهہ باري باهہ،
اڪيلي اڻ تڻ اڙان، اوريان ڪنهن نہ آهہ،
سور سهندي سرتيون، سسڪيون پري ساهہ،
ويچارو ويساهہ، سور سلي ٿو سڪ جا.

***

سليم سور سک جا، اجان اکين انبار،
ڳل ڳراٽي پايا، جي ڏيج ڏنم ڏاتار،
هيٺا منهنجا حال ٿيا، سک نہ کو سنسار،
سائين جي سنپار، نيٺن، ننڊ حرام ڪئي.

***

من مروڙيو ماٺ، اندر ألا اوڙاھ،
ويچاريندي وچڙي پوان، برھ ٻُچڙي باھ،
زوراور هي زندگي، چين چرائي ساھ،
چورن وانگي چاھ، مندن ۾ ماندو ڪيو.

***

مندن ۾ ماندي ٿيان، سائين تو ساري،
جڙتو هن جهان ۾، ڳالهين ڇڏيو ڳاري،
اٿي آڌيءَ رات جو، سجدن سهاري،
تڪي مون تاري، ڏنا نينهن نياپا ننڊ ۾.

***

جڙتو هن جهان ۾، واٽن وڄايو نور،
وک وک وڇوڙي وڪوڙيو، نيڻن ۾ ناسور،
اک ٻوٽيندي عڪس ۾، حاضر آهي حضور،
قسمت ڪهڙو قصور، پيچ پرايو مون پريت ۾.

***

بادل پرجي آيو، ڪڪر ڪارا لس،
منڊائتي مينهن ۾، پريو تغاريون تس،
ڪارونجهر جي ڪور، تي بارش ڪيو بس،
اتر ڪاڇي وس، ته محبت من مڙي پوي.

***

ننگر نياپو، ڪارونجهر ڪوڪاريو،
ماندا مور محبت ۾، چوٽي چڙهي چونگاريو،
ٻهڪيو ٻابيهو ٻوهه پر، ڪنوڻ جو ڪيڪاريو،
بادل پرجي هاريو، ته منڊائتو منزل پسان.

***

اکڙين اولڙا، ساريو سک سڙي پوان،
ريجهائي روح کي، راتين منجھ رڙي پوان،
پرين تنهنجي پنڌ تي، جانب شال جڙي پوان،
لوچي تي لڙي پوان، پير ڏسي پنڌ ۾.

***

وطن ويڳاڻو، چٻرن راڄ چمن،
واهيرو وچڙي ويا، چؤواٽن چور گھمن،
محبت لڌيو ملڪ مان، سانگي سک نه سمهن،
سانجهيءَ منهنجيءَ سرن، ماضي ساريو موج ۾.

# قربلا تي

***

تکي تلوارن کي، منهن نہ ڏنو ڦير،
مرڪي چکيو موت کي. ڪربلا ڪاهي ڪير،
شهادت شاهن جي، ويري وٺن نہ وير،
روئي صبح سوير، مرحبا چيو مرڪندي.

***

تلوارون تکيون ٿيون، ميرن نہ ماتام،
قصا ڪربلا جا، ٻاجهہ ڏٺي ٻڏام،
منٺي مير محمد، سنيها سک سلام،
اڃان اڄ امام، بادل بي وس ٿيا.

***

بادل بي وس ٿيا، اُلجهي پيو آسمان،
علي جي اولاد جا، اونچا اڄ امتحان،
سورهن سر ڪپايا، مجرائي مهان،
اوري ڏس انسان! ڪربلا جي قهر تي.

***

ڪربلا جي ڦهر تي، رنو رات لڙي،
اونچا امامن ڳات ٽيا، ڳهاءُ نہ گهٽيا گهڙي،
قرباني ڪربلا جي، ظالم ظلم ڪڙي،
اڪبر ائين آڙي، ڪنڌ ڪپايو قرب ۾.

***

هلڻ ڏسي حسين ڏي، پاڻيءَ پڪاريو،
لالن جي لبڙن ڪي، ويني ويچاريو،
اڪبر زينب اڃ ۾، نهرن نهاريو،
ويو بادل بيهاريو ، شهادت جي شوق ۾.

# راکي تي

***

ريجهائي روح کي، سُرن تال سنوار،
اچي منهنجي اڱڻ تي، ڳنڍين ڳنڍ پڪار،
در منهنجي تي دادلا، راکيءَ روز نهار،
سيند مون سوار، تہ مهڪي پوان مند ۾.

***

مهڪي پوان مند ۾، جي اچي ياءُ ٻلي،
ٻانهن ٻڌي ٻوليان، هُجتن هُل هُلي،
ورندي وَل وري پوان، گهاريا گڏ گُهلي،
گهوريا جيءَ جُهلي، راکي رکندي روح سان.

***

راکي رکندي روح، مون سان نينهن نياپو نيڻ،
ورچي ورندو وچ، ساري سِڪ هِنَ پيڻ،
سرتيون منهنجي سيڻ، سک سنديسا سُپرين.

# ست نارائڻ تي

***

وڇڙي ويس ويڙهيچن، پريت پرائي پاڻ،
ڏاڏاڻن ڏکايو، اباڻن نہ نيو ساڻ،
جهڪندي جُهري پوان، سورن مون نہ سجاڻ.
پري پري ياڻ، ڪيئن جيئان آءُ جڳ ۾.

***

اڪيلي اَٽڪي پوان، جهنجهوڙي جهوري جيءَ،
تو بن تات ولوڙيو، ماجران منهنجي هيءَ،
سسڪي ساعتن سوريان، اچي پيڙو تيءَ
سک نہ سمهي سيءَ، موت تہ من مرڪي پوان.

***

ست نارائن سڏڙا، ڏکن ڏور ڪيوم،
آندي ماندي ان گهڙي، ياڪر پيڻ پريوم،
جيجل جاچيءَ جيءَ ۾، محبت مَسَ مجيوم،
ساري سک رنوم، پريت پرائي پنهنجن ۾.

***

سهنجي سنيهو سجڻ جو، رات وجائي راهه،
اونداهين اٽڪايو، گڇڻ گندو گاهه،
چاندوڪي نہ چڱو ڪيو، اوٽيهن اڙيو اونداهه،
سائين منهنجي ساهه، نيڻن ننڊ نہ نبري.

***

ست نارائڻ سڪُ، آيل آءُ اڙي،
هلچل هينئڙي هُجت ۾، مند نہ مون کان مڙي،
ساريان ويني سڪ ۾، هتڙي هر گهڙي،
ڏارين جند جڙي، ڪيچن مون ڪلور ڪيا.

***

نيڻن ننڊ نہ نبري، ست نارائڻ ساريان،
جيجل جي جهوليءَ ۾، ڪي گهڙيون ويهي گهاريان،
مَنَ چاهيو مرڪي پوان، رشتن نينهن نهاريان،
واري وري واريان، جنم جنم ڏينهڙا.

***

ويئي ويل ٽري، نتهڻ نهاريان راهه،
وَچن ويهڻ نہ ڏيئي، سُڪَ نہ اچي ساهه،
شڪي منهنجي شام ٿئي، چقمق چڪي چاهہ،
برهه بيچڙي باهه، ڏوراپن ڏکيو ڪيو.

***

ڏوراپن ڏکيو ڪيو، ور وراڪا وڄ،
لونءُ لونءُ لڄي لڄ، اڪيلي اٽڪي پوان.

***

اڪيلي اٽڪي پوان، اندر اڪين أڄ،
رات رنس رت ڦڙا، سهڪي سڙيس سڄ،
رول نہ راڻا رڄ، آ روح رَليلُ روح سان.

# BOMB BLAST, 2ND FEB, 2006

روز آ مقتل روز راتاها، هاءِ هاءِ انسان، ڇا تو ٿيو آ!
ماڻهو ماري ماڳ مٽيا تو، هاءِ هاءِ نادان ڇا تو ٿيو آ!

ڪچڙن ڪومل خوابن ساڙي، نازڪ نرمل هٿ ڪپيا تو،
جيجل جهوري جيءَ جهتيا تو، هاءِ هاءِ مهربان ڇا تو ٿيو آ!

ميندي رتڙن هٿڙن راڙو، ڪچڙن ٻچڙن ڪسي سهارو،
ٿهڪن ٿوڙي پيءَ سٽيا تو، هاءِ هاءِ بدگمان ڇا تو ٿيو آ!

رستن رودن رت وهائي، گهمندي قرندي گهاءَ ۾ گهايئي.
پوري ڪوري، ڪيئي ڪٽيا تو، هاءِ هاءِ حيوان ڇا تو ٿيو آ!

***

# دهشتگرد

قاتل کهڙي ڪارڻ مارين، هوڏ ڏيئي تون هيڏا سارا،
ماڻهو ماري ساڙي ڳاري، ڳجهن وانگي لوڏ لامارا.
ڪيس ڪيا تو ڪيئي ڪارا.

تنهنجو ناتو نينهن نکورو، وحشت دهشت ديس دروهي،
رشتا روڙيءَ آڙي پاڙي بزدل بيمان پاڙيءَ مارا،
ڪيس ڪيا تو ڪيئي ڪارا.

قلم ۽ قرهي قدر تو کهڙو، گهرن گهوٽن توڙڻ تڙو،
ونيون واڙي پير اکاڙيءَ، جهٽيي جهٽ پٽ جوان سگهارا.
ڪيس ڪيا تو ڪيئي ڪارا.

جيون جهرمر جوت جلائي، معصومن جون مرڪون موڙيئي،
چهڪ ڏيئي تو چاهت چيرو، سور ڏيئي سپ چنئي سهارا.
ڪيس ڪيا تو ڪيئي ڪارا.

تنهنجو دين ۽ ديس دلالي، ماءُ متيءَ جو تون نہ حلالي،
ظاهر ظهور تو گهوٽ ڪنا، موت آ تنهنجي منزل مارا.
ڪيس ڪيا تو ڪيئي ڪارا.

***

## هڪ عورت گڏهہ گاڏي تي پنهنجي بيمار ڌيءُ کي کنيون ويندڙ ڏسي

تڙپي تاڙيندي گاڏي گهليمِ، ماٺهوءَ بچڙو
سهڪي سُڏڪي، پنڌ پچائين، باقي ٿڪڙو،
هاءِ حياتي دم نہ هڪڙو!

ڏک ڏوراپا ساري سڪ ۾، لِڪندي لُڙڪيو،
پاءُ نہ پانيو، ابي اوريم، ڪُڇندي ڪڙڪيو،
امڙ اجائي هيءَ حياتي، باهين پڙڪيو،
آٽت جا انبار مون آڇيا،
هُنَ ڪاٿو ڪهڙو؟
هاءِ حياتي دم نہ هڪڙو!

ڪهڙي خوابن خوش ٿيان، تون مون ڳاريو،
بک نہ باسيءَ پُڄندي پُرندي، هانءَ نہ هاريو،
ادي ابي آڏو جهڪندي جيءَ جياريو،
ماضيءَ جي مننار نہ ڪر،
جهڙو تهڙو!
هاءِ حياتي دم نہ هڪڙو!

سورن سهندي،امڙ نہ اوريءُ انت اسان سان،
ڪٿي ڪشالا جَيون جوٽيو هن جهان سان،
وچ ويهاري پل پل پاليو، مرڪ مهان سان،
لفظ اُڇاري ڳوڙها ڳاڙي،
منزل مُنهڙو!
هاءِ حياتي دم نہ هڪڙو

## مٿيءَ ماءُ چمجو

جڏهن ڏيهه ڏڪندي، ڏوراپا ڏيئي جو
جڏهن واٽ وهندي، نہ ڪوئي پڇي جو
جڏهن ظلم ظالم، ڏسين روز رُلندي
جڏهن محب مائون، ڏسين پار پڇندي
تڏهن منهنجي گيتن، پڙهي پيار لکجو
اڙي جان جانان، مٿيءَ ماءُ چمجو

جڏهن شهر جاتل، اجنبي لڳي جو
جڏهن قهر قاتل، پنهنجو نڳي جو
جڏهن ويهي ويرين، سپوتن ستائي
جڏهن دنگ ديرن، ڪکن کو اچائي
تڏهن مون کي بوليءَ جي بولن ۾ ليجو
اڙي جان جانان، مٿيءَ ماءُ چمجو

جڏهن بوڏ بوڙي، ڪکن گهر اکوڙي
جڏهن وقت ويري، پليت پير کوڙي
جڏهن ڪنڌ ڪانئر، لور لور جي لڙکن
جڏهن ساهہ سورهيہ، چٽجي نہ چرکن
تڏهن منهنجي الفاظن، اچاري اچلجو
اڙي جان جانان، مٿيءَ ماءُ چمجو

جڏهن مرد مومن، مرڪي مرن جي
جڏهن بم گولا، اڏائن گهرن جي
جڏهن واٽ وِچڙي، وِڪيل گڏ بيچڙي
جڏهن ماءُ مرڪي، وڙهي ور بچڙي
تڏهن منهنجي شعرن، ڪيڏاري ۾ ڪچجو
اڙي جان جانان، مٿيءَ ماءُ چمجو

جڏهن ڪو ڪميٽو، ڪٿي ڪنڌ ڪڙمي
جڏهن ساهه سستو، مري گاهه گرمي
جڏهن ميندي هٿڙن، چپَن کو چتائي
جڏهن ڪنڌ ڪچڙن، گهٽا ڏيندي گهائي
تڏهن منهنجي لڪٽين ڪي لوريءَ ۾ لچجو
اڙي جان جانان، مٿيءَ ماءُ چمجو

جڏهن ڏاريو ڏرتيءَ سجاٽپ پچي تو
جڏهن وت وسيلا، ڪنڌن جي ڪچي تو
جڏهن لٽجي لڙڪين، نه واهر نه والي
جڏهن مرندي مٽجين، ٽين شهرن خالي
تڏهن منهنجي مرٿين ميارون مون مڪجو
اڙي جان جانان، مٿيءَ ماءُ چمجو

جڏهن ياءُ پاڙيو، لتاڙي جي ليڪا
جڏهن ڏن ڏرتي، ڏيئي ناھ نيڪا
جڏهن زور زراور، تون سمجهين نہ ساٿي
جڏهن ريڍ انڌين، بچين تون جي باقي
تڏهن منهنجي غزلن غلاميءَ کي ٻيچجو
اڙي جان جانان، مٽيءَ ماءُ چمجو

جڏهن نينهن نياپا، مندن جو تون مالهي
تڏهن "امر" ڪتابن، ڪنڌيءَ قبر رکجو
اڙي جان جانان، مٽيءَ ماءُ چمجو
بہ ٽي لڙڪ لاڙي، وري مان بہ ورندس
ائين ور ورائي، سرن سر گڏ جو
اڙي جان جانان ، مٽيءَ ماءُ چمجو

ڪجليون ڪڙڪيون، آڌار وڏيا،
تجليون ترڪيون، آزار وڏيا،
پلڪون ڦڙڪيون، دلدار وڏيا،
جهلڪيون جهٽڪيون، ڪمدار وڏيا،
چاتيون ڇُلڪيون، منٺار وڏيا،
مانڊيون مُرڪيون، سنسار وڏيا،
اڪڙيون اٽڪيون، انبار وڏيا،
سانوڻ سٽڪيون، قهار وڏيا
بهاني پٽڪيون ، بازار وڏيا،
پلجي پٽڪيون، بهار وڏيا،
تو ڪنڌ ڪپيا، تو لوڪ لُٽيا.

***

دل چيو هو دارون، درمل،
وچن وراڻيو،
رات نہ رنئي ڇا؟
رات ريجهايو روئندي رلندي،
ساھہ سٺايو،
چاھہ نہ چکيئي ڇا؟

سپنا سرجيا، سورن سڏکيو،
نيڻن ننڊ جا نينهن گڏيا،
گهاءُ گهرايو لُڏندي لَمندي،
آھہ اٿاريو،
سڏ نہ سُڻئي ڇا؟

پيرا ڪڻندي پريت ڪي پهتس،
سڪ سنيها، سڻڪي سوريا،
راھہ رلايو تاءُ ۾ تپندي،
منزل موٽايو،
مند نہ ڏنئي ڇا؟

جاڳ ۾ جرڪي جوت جلائي،
روئندي ننڊ نہ آئي،
پيڙ پڄايو پرندي پرندي،
چاھت چورايو،
چند نہ چيئيءَ ڇا؟

منزل آ متاهين "امر" ازل کان،
چڪور وارو چاهہ اسان جو،
بادل بيهاريو پاڪر پريندي،
ڪائناتن ڪوڪاريو،
منزل نہ ملئي ڇا؟

***

جهڳي جهري تہ جان جوکو،
جيءُ کو جهوري
پوءِ چا ڪجي؟
کو منزل نہ ماٽي تہ ماڻهو کي مهڻا!
ڪوئي ماڻهو مروڙي
پوءِ چا ڪجي؟
ڪنهن وچن وساريو تہ دغا ۽ دوکو،
ڪوئي واهرو تي ٻوڙي
پوءِ چا ڪجي؟
ڪوئي ساوڪ کي ساڙي تہ بد ذوق باغي،
ڪوئي وطن کي اکوڙي
پوءِ چا ڪجي؟
کو چپڙا جي چوري
تئي ديس دروهي،
ڪوئي واڳون تي وڪوڙي
پوءِ چا ڪجي؟
ڪنهن قول قبوليو تہ گهاٽي ۾ گهاڙيو،
ڪوئي گردن جو توڙي
پوءِ چا ڪجي؟
ڪنهن سچ سڻايو تہ تلواريون تکيون تيون،
ڪوئي بندوقن سان پوري
پوءِ چا ڪجي؟

سنجي تو ڪنجي، ٿئي ٻچڙو ڪو ٻيوس،
ڪوئي لچو لفنگو ننگيءَ ڪي نچوڙي
پوءِ ڇا ڪجي؟
ڪٿيو ڪنڌ ڪڙمي ٿيو نياڳو نصيبن،
ڪوئي ونئي ماس توري
پوءِ ڇا ڪجي؟
اڄايو "امر" تو اٿڪين انهن سان،
ڪوئي پنهنجو ٿي ولوڙي
پوءِ ڇا ڪجي؟

***

تو پڇيو، پور تو کھڙو؟
ورلاءُ آيو ويڳاڻي.
دل چيو درد تو جهڙو،
ساهہ پانيو آڪاڻي.

راهہ رکيس، ماهہ منيس چاهہ بہ ڇهنديون هنيون،
پاڳ چيو پؤ تہ کھڙو،
ٿاهہ چيو پانڊياڻي.

پيار پليم، سور سليم، روح رليو جيءُ جهليم،
اکڙين چيو آر تو کھڙو،
پيار چيو بانڊياڻي.
پُ
ل پيرا، روز پيرا، راهہ تڪيندي ايرا غيرا،
ڇپڙن چيو چاهہ تو کھڙو،
نيڻن چيو آئون راڻي.

***

ننڊن جي نياپن تي،
اڻ منڊائتن آئن تي سوچيندي نہ ڪر،
بي وقتي بهارن تي،
يادن جي سهارن تي لوچيندي نہ ڪر.

روح رلائي چين کسڻ،
پاڻ ڦرائي پوءِ سوچڻ،
من جي ماڻن کي
وقت ۽ نڪاڻن کي ڳوليندي نہ ڪر.

احساس جڳائي،
پاڻ لٽائي پوءِ الجهڻ،
اندر جي امنگن ۽
جسم جي رعنائن کي ٿوڪيندي نہ ڪر.

***



نئين ٽهي جو اڀرندڙ شاعر 22 مارچ 1968 ۾ دادو ضلعي جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ ڪوهه وارا ڪلهوڙا ۾ جنم ورتو.

فهيم عباسي جي شاعري ڪنهن الهڙ نوجوان جذبن جي عڪاسي آهي.جنهن ۾ قومي درد به آهي ته مستقبل ۾ اميد به، موجوده حالتن تي روئي به ٿو پر بهتري لاءِ جذبا اڌول نظر اچن ٿا.قومي درد کان علاوه وڇڙي وڃڻ جو احساس سندس خيالن جو پيڇو ڪري ٿو.هن پهنجي شاعري ۾ ڪوڪلن رشتن، معاشرتي نا انصافين ۽ براين تي ڪڙي تنقيد ڪئي آهي

فهيم پهنجي بنيادي تعليم ضلعي دادو ۾ حاصل ڪئي.هن سنڌ يونيورسٽي مان ايم.ايس فزڪس ۾ فرسٽ ڪلاس فرسٽ پوزيشن حاصل ڪئي.بنيادي طور پاڻ تعليم کاتي کان سرڪاري ملازمت جو سفر شروع ڪيو ۽ هن وقت نيشنل ڪميشن فار هيومن ڊيولپمينٽ ۾ پراونشل ڪوآرڊينيٽر سنڌطور ذميواري سنڀالي رهيا آهن.فهيم کي ننڍ پڻ کان ئي شاعري سان لڳاءُ رهيو آهي.سندس پسنديده شاعرن ۾ شاهه عبدالطيف ڀٽائي،استاد بخاري،فيض احمد فيض ۽ ساحر لڌهيانوي سر فهرست آهن.هن جي شاعري ۾ استاد بخاري جو گهڻو اثر نظر اچي ٿو.هن جو هي مجموعو30 سيڪڙو پيار ۽ 70 سيڪڙو معاشرتي ناانصافين ۽ قدرتي آفتن کانپوءِ واري منظر نگاري جي عڪاسي آهي.8 آڪٽوبر 2005 واري زلزلي پاڪستان سان گڏ هن جي جذبن کي نه ٽوڏي وڌو.هن جي دل هيروشيما ۽ ناگاساڪي تي ويئيءَ هن زلزلي فهيم کي مڪمل شاعر ڪري ڇڏيو. هن جي شاعري پڙهڻ کان پوءِ محسوس ٿئي ٿو ته هن جي اک ڪنهن خوردبينيءَ جيان معاشري تي نظر رکيو بيٺي آهي.

**مياندادا راهوجو**

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاڻُو، ياجوڳَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ ڪان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن ڄاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٽي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَـنَ پَـنَ جو پڙلاءُ“.
ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)